"ساهتي پبليڪيشن ڪنڊيارو جو پهريون ڪتاب"

# گهرا گهرا گهاءَ

از: ظفر عباسي

ساهتي پبليڪيشن ڪنڊيارو

ساهتي پبليڪشن ڪنڊيارو طرفان هونهار ڪهاڻيڪار
ظفر عباسيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو

# گهرا گهرا گهاءَ

ليکڪ: ظفر عباسي

قيمت: ٥-٠٠ روپيا


دفعو پهريون    تعداد ١٠٠٠

# سناءِ

## ڪهاڻيون

- .... ۽ ڪونن ڪيئن هلي
- ڪرت جي زڪوات
- ڇهري تي اڪريل سامهي
- ڪٿو ٻيا جا ٻيا....
- اسپيشل ڪيڊر
- گهڙا گهڙا گهاءُ
- غيرت جي باهه
- ۽ ڳوڻ جي زمين ڳهي ويئي
- منزل جي تلاش
- تنهنجو انتظار.....
- عشق ۾ گهاري
- سمنڊا سريا، گيت گهو ڏٺيا.
- هڪ ڏڪ ساڻ.
- ٻئي لڪي ساهه....
- منهنجا مشاهدا.
- جنت جي ٢ سري

# انتساب

مان پنهنجي ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو ”گهرا گهرا گهاءَ“ پنهنجي شفيق استاد جناب سڪيو خان چنا ڏانهن منسوب ڪريان ٿو، جنهن جي رهبري، ڪاوش ۽ شفقت مون کي هن لائق بنايو آهي، جو هي رنڍا روڙي سگهيو آهيان.

# ٻه اکر

مون کي جڏهن پنهنجي محسن دوست مسٽر سهڪيو خان چنا هڪ ذهين جماعت جي طالب العلم سان تعارف ڪرائيندي چيو ته "هيءُ نوجوان هڪ اديب آهي ۽ ادب جي مختلف صنفن مان ڪهاڻي سندس پسنديده صنف آهي. هن وقت هو پاڻ سان ڪهاڻين جو هڪ مجموعو "گهرا گهرا گهاءَ" کڻي آيو آهي، سندس خواهش آهي ته اوهان ان تي ٻه اکر لکو."

مون دل ۾ سوچيو ته هن ٻار ڇا لکيو هوندو! ۽ آءٌ ان تي ڪهڙا ٻه اکر لکان، پر دوست سان انڪار نه ڪندي چيم ته "چڱو دوست! مون وٽ مسودو رکي وڃو، مان ان جو مطالع ڪريان ۽ بعد ۾ جيڪڏهن مون کي ڪهاڻيون ڪنهن ادبي معيار تي اترندي نظر آيون ته ضرور ٻه اکر لکندس."

جڏهن ڪهاڻين کي هڪ هڪ ڪري پڙهيم، تڏهن بي اختيار زبان مان نڪتو ته واه! يار آهي ته ننڍڙو

پر سندس خيالات ڪيڏا نہ بلند آهن. مطلب تہ سندس محنت، ڪوشش ۽ ڪهاڻين جي سٽا من ڪي موهي وڌو ۽ مون سوچيو تہ جيڪڏهن ههڙا ننڍڙا جوان بہ ڪر همت جي پڌي، ادب جي ميدان ۾ ڪاهي پيا تہ قوم ۽ سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪري سگهندي.

مون جناب حميد سنڌي، ليلا ٻانا، مرحوم ثميره زرين امر جليل، نجم عباسي، غـلام نبي مغل ۽ مرحوم نسيم کرل جي ڪهاڻين کي پڙهيو آهي، جيڪڏهن ظفرعباسيءَ جي ڪهاڻين جو معيار انهن اديبن جي ادبي تخليق جي معيار برابر نہ آهي، تڏهن بہ ائين ضرور چئبو تہ هو سندن مڪتب فڪر جو شاگرد ضرور آهي. ان مڪتب مان هن جا پنهنجي خيالن جي جوت جلائي، جستجو شروع ڪئي آهي، سا سندس ڪاميابيءَ جي ڀرين ڪڙي ليکبي. هن نوجوان ڪهاڻين ۾ ڪردار سازي ڪندي، جنهن حقيقت کي پيش ڪيو آهي، ان جي تہ ڪردارن کي زنده و جاويد ڪري ڇڏيو آهي.

هن ننڍڙي عمر واري ليکڪ سماج جي وڏن وڏن پنڌڻن جي ڏاڍن کي پنهنجي قلم جي نوڪ سان نوڙي معاشري جي داغدار فردن جي عيبن جي نقاب ڪشائي ڏاڍي سهڻي پيرائي ۾ ڪئي آهي. هن امڙ ۽ اولاد جي

جذبن کي جنهن انداز ۾ پيش ڪيو آهي، سو به رقت آميز منظر کان گهٽ ڪين آهي.

ظفر پنهنجي ڪهاڻين ۾ دوست جي دوستي ۽ سندس اخلاقي اصلاح جي، جا لفظن ۾ ڪوشش ڪئي آهي، تنهن مان ائين پيو محسوس ٿئي ته ڄڻ ان ڪردار جي پس پرده سندس ڪردار عيان آهي. اسپيشل ڪير جي ڪهاڻيءَ ۾ معاشري ۾ ٽينڊڙ برائين جي عڪاسي قابل تعريف لفظن ۾ ڪئي ويئي آهي.

مطلب ته سندس ڪهاڻين جو مجموعو ٻارن؛ نوجوانن اديبن ۽ معاشري جي عام فردن لاءِ دلچسپيءَ جو باعث بڻجي سگهي ٿو.

ان کان سواءِ آءٌ سندس خيالن ۽ مضمون جي سادگيءَ جي داد ڏيڻ کان رهي نٿو سگهان. ظفر واقعي لفظ سادا پر جملا، محاورا ۽ تمثيلون اهڙيون پيش ڪيون آهن، جي عين معاشري جو عڪس آهن. انهن مان سندس مشاهدي جي باريڪ بينيءَ جو به اندازو ڪري سگهجي ٿو.

مان ان مختصر جائزي بعد هنن ڪهاڻين کي هڪ دفعو وري پڙهندڙن جي راءِ تي ڇڏيان ٿو ته هو خود مطالعي کان پوءِ فيصلو ڪن ته ظفر جي ڪوشش ڪيتري قدر ڪامياب ٿي آهي.

مان آخر ۾ هن ننڍڙي ليکڪ کي دلي دعا ٿو
ڪريان ته "هو شل ادبي دنيا ۾ ماهتاب جيان چمڪي."

لعل بخش ڪوکر
ماهر مضمون اداره نصاب
و توسيع تعليم سنڌ، حيدرآباد.

# ".... ۽ ڪوڻ ڪين جهلي"

دنيا ۾ ڪنڊ، ڪنڊ ۾ ملڪ، ملڪ ۾ صوبا، صوبي ۾ ضلعا ۽ تعلقا، تعلقي ۾ شهر ۽ ڳوٺ ۽ ڳـوٺ ۾ حاويلي. وڏي، تمام وڏي، چوڏاري وڻن ٽڻن سان سينگاريل ۽ سنواريل، اندر بـاغ، پارڪ ۽ تـلاء، ورانڊا، صفحا ڪوٺيون، باٿ روم، ڊرائنگ روم سليپنگ روم، ڪـان علاوه وڏو آڳر بڻ.

هن هيڏي ساري حاويليءَ ۾ رهندڙ صرف هڪ ڄڻي ۽ اها آهي، هاٿوڪي وڏيري جي ڌيئڻ. سترهن سالن جي نوجوان ڇوڪري، ٺهيل ٺهيل ۽ تيار ٺيل تير، سينِي تي لٽڪيل، ڳِان تي ڇلڪو ڇپن تـسي سرخي اکين ۾ ڪجل، وارن ۾ ٻڪل، ٻانهن ۾ سونين چوڙين ڪان سواءِ، رادو جـي اوچي قيمتي واچ. ڪارن ڪارن انگڙ ونگڙ ٺيل وارن ۾ ٻڪل، ڪان سـواءِ ڪانٽا ٻه! سهڻو سهڻو پرت پريل چولو، ٽنگڙن سان پريل ڪانچ جا وڏا پاچا ۽ سهڻو ۽ وڏي ڪڙيءَ وارو سئنڊل پيرن ۾ پاتل. مطلب

ته هرشيءَ وٽس موجود هئي، پر جيڪا شيءِ ڪيئ
ڏيچاري ۽ چرڪائي رهي هئي، اها هئي تنهائي.

اهڙي تنهائي، جيڪا ڪڏهن ڪڏهن ڪيس کائڻ
ايندي آهي. ڪيس ياد آهي ته سندس پيءُ جي جيئرڻ
هوندي به سندس وڏي ڀيڻ جي شادي ڪانه ڪرا
ويئي هئي. نيٺ هن تنگ ٿي، خودڪشي ڪري ڇڏ
هئي. ان هوندي به هن جي پيءُ کي ڪو احسا
ڪونه ٿيو. ”چري ڪيئن ڇي ويرون ويس وڏ“ وتا
فقير جي ڳالهه وانگر ته ”مئي سهائين پر ڏني نه سهائين
هن سوچيو هو ته هاڻي اهڙي ذلت نه سهي، سن
مائٽ ڪو بندوبست ڪندا، پر انهن ڀئي کي ڏيڻ ڏ
پئي سمجهي. ان ڪري ئي هو ذلت جي زندگيءَ
اهڙي عزت جي موت کي وڌيڪ ترجيح ڏيندا هئا.

تڏهن به هن کي ڪجهه آسرو ۽ اميد هئي، پر
جي سرڻ سان ئي، سندس سڀ آسرا ۽ اميدون ڏ
جي ڀاري ٿيائر هيٺان اچي چيپاڻجي ويا، ڇو تہ
ڪيس ڪا اميد ڪين رهي ۽ هن کي ڪوبہ
نه رهيو.

اوچتو سندس سوچن جي وسائل دونهي سان
چٺنگ ڏکي اٿي، ته من ڪڏهن ڀاڙس اهو سوچي

”جڏهن اسان کي زال کپي ٿي، تڏهن عورت کي به ضرور سڙس گهر جي“ ۽ سوچڻ بعدئي ڪـو سندس تدارڪ ڪري،

هوءَ اڃا سوچڻ جي نلڪي تـان اڃ اجهائي رهي هئي تـه سندس نظرون، پربان هڪ زيتون جي وڻ تي پون ٿيون، جتي ڪيس هڪ طوطن جو جوڙو نظر اچي ٿو. جن مان نـر طوطو ٽڪل پڪل زيتون مان چڪ هڻي، چهنب ۾ جهلي مادي کي وات ۾ وجهي رهيو هو ۽ مادي نـر جي وات وارو زيتون کائي، خوشيءَ وچان وڏي وڏي آواز سان ٻولي رهي هئي ۽ زماني وارن کي ٻڌائي رهي هئي تـه ”هت اسان جهڙو ڪوبه خوش نصيب ڪين آهي.“

هوءَ اهو ڏسي، سوچي ٿي تہ ”ڪاش ڪو هجي، جيڪو طوطي جيان مون کي بـه کارائي، پيار ڪري، محبت ونڊي. هن کي وري پنهنجو پاڻ تي جک اچن ٿا. منهن کي موڙو ڏيئي، باغ ڏانهن وڃي ٿي. اوچتو باغ ۾ وري ڪيس هڪ عجيب منظر ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪ ڏيڏري ۽ ڏيڏر بـه ساڳئي نموني پاڻ ۾ محبت ونڊي رهيا آهن.

هن کي ڪاوڙ تـه ڏ ڍي آئي پر وري بـه ويهي،

ڪين غور سان ڏسڻ لڳي. ڪجهه وقت کان پوءِ آهستي آهستي ڏيڏريءَ جي مٿان ڏيڏر چڙهيو ۽ پوءِ ٻئي هڪ ٿي ويا. ان واقعي ٻـه هن جي ٿڻن تي لوڻ ٻرڪيو. سندس چاڪ وري چڪي پيا. جذبا اڌمـا کائڻ لڳا. پر وري به هوءَ جذبن تي قابو پائي، ٿڻن تي ملم رکي، باغ، مان سوڻ لڳي تـه ڏسي ٿي تـه ماکي جو مکو گلاب جي گـل کي ڇهنيو، منجهانئس رس چوسي رهيو آهي. سندس اندر مان وري اڌما اٿڻ شروع ٿيڻ ٿـا. هوءَ سوچي ٿي تـه ڪو اچي سائس ٻـه ڇهني پوي ۽ منجهانئس مٺي مٺي رس چوسي، مٺي ماکي ڏهي، پر وري ڪيس ڪاوڙ اچي ٿـي ۽ خيالن مٿانئڻ لاءِ مٿي کي جهٽڪو ڏيئي اڳتي وڌي ٿي.

هوءَ ڏسي ٿي تـه ٻـه مکيون منهن منهن ۾ ڏيئي ڳالهائڻ پيئون. ٻون ٻون پيئون ڪن ۽ اوچتو سـاڄي پاسي وارو مکو کاٻي پاسي واري مک جي مٿان چڙهي ويو. هـي واقعو ٻـه وري ڪيس ساڳئين سوچن ڏانهن گهلي ويو. پر وري به هوءَ پنهنجي دل کي دلاسو ڏيئي، ان واقعي کي نظر انداز ڪري، اڳتي وڌندي رهي ٿي.

رات پنهنجا پر پکيڙڻ واري هئي، هوءَ به جيئن ئي باغ سان سوڻي ٻئي آئي تـه هن پنهنجي ڀاءُ جو آواز

ٻڌو، جيڪو هن حاويليءَ سان لاڳيتو ٻيءَ حاويليءَ ۾ زال سان گڏ رهندو هو. ”ثريا! تون ڪيترو نه پياري آهين؟“ هن چيو ”هرو ڀرو مون تي ٽوڪون نه ڪريو!“ ثريا ورائيو. ”ٽوڪون وري ڪيئن ٿو ڪريان ثريا! مون کي تنهنجي سر جو قسم؛ نه مون کي تنهنجا هي ڳاڙها ڳل، اڊريل اڊريل چاتيون، چيرويون اکيون ۽ ويڪرو منهن ايترو نه وڻندو آهي، جو دل چوندي آهي ته توکي پنهنجي اندر ۾ وهاري ڇڏيان“

”پوءِ ويهاريو ڪٿي!“

”پر منهن جي وس ۾ نه آهي ثريا!_ خدا جو قسم ته جا ڳالهه منهن جي هٿن، ڪاغذ جي نوٽن ۽ سرڪاري ڪاسورن جي وس ۾ هجي اها چئه ته سان هينئر جو هينئر پوري ڪري سگهان ٿو.“

”نوٽ ته هر جائز ۽ ناجائز ڪم ڪرڻ ۾ دير نه ڪندا آهن، پر ڪڏهن تون به اڻ ٽيٺو ڪم ڪري ڏيکار نه!“ هن ماٺو ڪندي چيو ”ثريا، ڇڱو ڇڏ ڳالهين کي! هـائي هلي آءُ .... اورتي .... تمام اورتي هلي آ ته جيئن مان اڄ تنهنجي محبت جي رس چوسيان، توسان پيار ونڊيان ۽ عشق جي آگ اجهايان .... هلي آ .... هلي آ .... اورتي .... تمام اورتي.

اهو ٻڌي وڏيري جي پيٽ جا ارسان نئين سر اڀرن ڏا. هوءَ نيم بسمل ڪڪڙ جيان ڦٿڪندي تڙپندي اچي ڪمري ۾ پهتي. ڪمري جو در بند ڪري زيرو جو هلڪو گلابي بلب "آن" ڪري، اچي بستري تـي ڪري هوءَ پهريائين ته ڪافي وقت انهن خيالن کان پاسو ڪندي رهي، پر پوءِ اُهي خيال وِسينگ نانگ بنجي، نيٺ ڪيس ڏنگڻ ۾ ڪامياب بنجي ويا.

"ڪو هجي جيڪو منهن جي اچڻ کان ٿورڙو ئي بعد اچي .... ۽ درڪولي .... در جا چيڪاٽ ٻڌي، منهنجي اندر سان سِسراٽ نڪري وڃن، ۽ پوءِ هو وکون وڌائيندو، منهنجي بستري ڏانهن اچي. سندس مون ڏانهن وڌندڙ هروک، منهنجي هڪ هڪ اميد جي خواب جو تعبير هجي. ۽ جڏهن هو منهنجي بستري جي پرسان پهچي وڃي، تڏهن منهنجي چهري تان ڪپڙو هٽائي، منهنجو چهرو ڏسي، منهنجي حسن جي تعريف ڪري. ايتري تعريف، جيڪا منهن جي دل جي هر لڪل غم کي هڪلي ٻاهر ڪڍي، ٻاڻ وڃي ان جي جاءِ وٺي. تعريف بعد هو منهن جي ٺـي بستري تي ليٽي پوي ۽ پوءِ ستي پئي مون سان ڳالهيون ڪري. مٺڙيون! مٺڙيون!! پياريون پياريون!! ۽ انهن ڳالهين ٻڌڻ سان

منهنجي محبت جي شمع ٻري اٿي! ۽ پوءِ وري مان ساڻس پيار جون ڳالهيون ڪيان ۽ انهن ڳالهين ۾ ڍڻ سان وري هن جي پيار جو ديپ جلي ۽ پوءِ شمع ۽ ملي پوي — ٻرن .... گهڻو ٻرن ۽ گهڻي روشني ڪن.!
ائين سوچيندي سوچيندي الائي ڪهڙي ويل، ڪيس ننڊ پنهنجي ٻاڪر ۾ آڻي ڇڏيو.

— صبح ٿيو. هرڪم معمول مطابق ٿيڻ لڳو پر حاويليءَ جو هر ڪم معمول جي خلاف هو. اڄ هن صبح سان نوڪرياڻيءَ کي چٺي لکي ڏني ۽ چيائينس، "تون وڃ خدابخش- هاريءَ جي پٽ کي ڏيئي اچ!" جو پڙهيل سمجهو، نوجوان، نوان جذبا رکندڙ ۽ دنيوي ريتن رسمن جي ڪوڙين ديوارن کي ڊاهڻ جا پهه پچائيندو رهندو هو.

هن چٺيءَ ۾ ڪيس لکيو ته "اگر تون هن ظالم سماج کي سڌارڻ ٿو چاهين، ڪوڙين ريتن رسمن جي قلعن کي مسمار ڪرڻ ٿو چاهين ته اڄ رات هڪ بجي ڳوٺ جي پرسان وهندڙ سنڌوءَ جي ڪناري تي منهنجو انتظار ڪجانءِ."

اڄوڪو صبح هن لاءِ حاويليءَ جي قيد جو آخري صبح هو. اڄ هوءَ خوش هئي، تمام خوش، ڇاڪاڻ

اڄ هن جي اميدن جا ڪرڻا تمام پري پري پکڙ جي ويا هئا. جيتوڻيڪ هن لاءِ اڄوڪو ڏينهن صدين جيڏو ڏکيو ٿي ويو هو، تڏهن بہ خوشيءَ ۾ ڪيس ڪا خبرئي ڪانہ پيئي. رات ٿي هر پکي پکڻ وڃي، پنهنجي پنهنجي آکيري ۾ آرامي ٿيو. ساڻهو ٿڪجي ٽٽي وڃي بسترن پيڙا ٿيا پر هوءَ هر هر گهڙيءَ ڏانهن نهاري رهي هئي، بي آرامي ۽ بيقراريءَ ڪري هن کي قرار نہ ٿي آيو. جڏهن گهڙيءَ ۾ منو هڪ ٿيو تہ هن ڪجهہ پئسا ڏوڪڙ ۽ زيور کنيا. باڪس کڻي، حاويليءَ جون اوچيون اوچيون ديواريون ۽ انهن کان بہ وڏيون ۽ اوچيون سماج جون ديواريون اورانگهي اڄ هوءَ ٻاهر هلي آئي. پري کان هن سنڌوءَ جي وهڻ جي وهڪري جو آواز ٻڌو. هوءَ ٽڙي پيئي ۽ بند تي اچي چوڌاري نهاريائين.

اوچتو پريان هڪ نوجوان نڪتو، جو تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندو، هن ڏانهن وڌيو. جيئن جيئن هن جي رفتار ٿي وڌي، تيئن تيئن هن جي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ٿي. قريب ايندي نوجوان ٻانهون پکيڙيون ۽ هن پيار جي پياسيءَ پاڻ کي هن جي آغوش ۾ ڏنو. پوءِ هو ٻئي ٻانهن ٻانهن ۾ وجهي، سنڌو جي ڪناري تي هلڻ لڳا ۽ کيس پنهنجي پيار جو شاهد

به بنايائون. هو هلندا ويا هلندا ويا .... ۽ تمام گهڻو اڳتي نڪري ويا.

هن واقعي کان پوءِ ڳوٺ جي هر ننڍي وڏي جي اک کلي ۽ سوچڻ لڳا ته مٿان اچ جي ننڍي غلطي، ميائي جي عظيم غلطي ثابت ٿئي، ان ڪري ڳوٺ ۾ جيڪي به پکي قيد هئا، تن کي آزادي ملي ويئي.



# ڪرڻ جي زڪوات

”واهه سائين واهه!“ واهه وڏيرو ڪوڙل خان! دل ٿي چوي ته ڪا جاگير بخشي ڇڏيانس، پر جي حڪومت جو والي هجان! بس سائين، اڄ خبر پئي ته وڏيرو ڪوڙل خان ڇا ٿي کي وڏيرو آهي“ خيرو، جيڪو سدائين وڏيري ڪوڙل خان جي جي برخلاف هوندو هو ۽ هن جون گلائون ڪندو رهندو هو، سو اڄ الائي ڇو سندس اهڙي خوشامد ڪري رهيو آهي. احمد سوچيو،

اڙي خيرو! ڳالهه ته ٻڌ پهرين ....

”ڀلي آهين تون. ڳالهه ۽ سڀالي جملو ڪاٽيندين ڇيائين.

”حاضر سرڪار حاضر“ ”ڀلا ڳالهه ته ٻڌو“؟
”ها چئه“

”سائين، اڄ ڀلاڇو ڪوڙل خان جي تعريف ۾ ڏاپوئي ڪونه ڏا“ ڳالهه جي تر لهڻ لاءِ احمد خيرو ۾ کي خوشامد جي نموني ڏوڪيندي چيو.

”بس يار! ڳالهہ ئي نہ پڇ. اڄ وڏيري ڪوڙل خان ثابت ڪري ڏيکاريو تہ هو واقعي وڏيرو آهي....

”پر هاڻي، ڳالهہ بہ ڪندين يا رڳو پيو ان جي ساراهہ ڪندين“ ”ها، سو ڳالهہ ٿي ڪيم، تہ ڪالهہ منهن جي گهران، ٻڪري نڪري ويئي، سو وڃي فرياد ڪيم، وڏيري ڪوڙل خان جي دربار ۾. بس سائين وڏيري چيو تہ ”خيرو! مان هيئنر ئي ٿو وڃان، تنهن جي ٻڪريءَ جي پويان. صبح ساڻ يا ٻڪري ملي ويندءِ يا پئسا“

اڄ صبح ساڻ وڏيري سائينءَ جي دربار ۾ ويس، چيائين ” اڇي وٺ ٥٠٠ رپيا. اسان وڏيرا توهان جا سنڀاليندڙ آهيون. پوءِ اسان ئي ٻڪ ٻوڙ نہ ڪنداسين تہ پيو ڪير ڪندو؟ سڄي رات ٻڪي ٻڪي، دس وڃي چور هٿ ڪيم ۽ پئسا وٺي آيو مان باقي ٻڪريءَ نالي چيائون تہ ”ٻڪري ڪسي ويئي“ پر ٻڌ! چورن جا نالا پالا ڪو نہ ٻڌائيندو سانءِ، چاڪاڻ تہ هنن مون کي قسم وڌو آهي.“

”بس سائين، ٻڪري لهندي تہ مٿي هئي، پر جيترا مليا. نالا چاڻو- توهان چاڻو. مون کي رڳو پئسا ڏيو تہ مان ڪسڪ صور پڙهان“

”هان! اچي پئسا وٽ ۽ لاهه گوڙ.“ ائين چئي، وڏيري پنج ڳاڙها ڳاڙها نوٽ ڪڍي، مُنهن جي هٿ تي رکيا. سو سائين اهي اٿئي حال احوال، اسان وري وڏيري ڪوڙل خان جا. هاڻي تون ئي چئه ته ڪيئن نه سندس تعريف ڪريان!

”ها سائين، ڀلي تعريف ڪرينس، ڀلي تعريف ڪرينس، پر ڳالهه ته ٻڌ! تنهنجي جو ڏانهنس ئن مهنن جي يگهار رهيل آهي، اها ڏنائين“ هن وٽ ڏيئي، ڏانئس وڏيڪ معلومات وٺڻ لاءِ چيو.

”نه يار نه اها ڳالهه ئي نه پڇ! ڀاڻ سون ڪي ڇڀائين:-
(ان جملي چوڻ ڪري سندس منهن پيلو ٿي ويو)

”يار! ائين نه ڪر. پيلي ڳالهه ڪر سنئين سڌي هرويرو، وڪڙ نه ڏي“

”اهيو وري ٻه ڪيئه نه ساڳي ڪار. ڀلي ڪو مان تنهنجي پيءُ جو آهيان. آهيان ته وڏيري ڪوڙل سائينءَ جو آهيان الله سائين سندس وڏي ڄمار ڪري! تون ڇو ٿو هرهر پياي پيلي ڪرين؟“

”يار غلطي ٿي ويئي، معافي ڏجانءِ. زبان آهي چم جي، ڪنهن نه ڪم جي، سو لفظ هر هر پيو وهي وڃي.“

”اهڙو نواب آهين ته ڪاٺ جي زبان وڃي ٺهراءِ، پر مون کي وري پٽلي چيئه ته پوءِ ..........

”نه سائين! هاڻي توکي ڪڏهن به نه چوندس. توبهه ڪيم، ڪيئي، بس“!

”بس“

”ها، هاڻي ڳالهه ٻڌاءِ نه!“

”ڪهڙي؟“

يڪدم، ٻلجي وئين؟“

”ها“

ڀڳهار ڏالي چيو اٿائين، تـه پهرين تاريخ تي اچي وڃاءِ، ڇئن ڏـي مهنن جي“ احمد وراٺيس ته ” ڇئني مهنن جي“ ائين چئي خيرو موڪلائي هليو ويو.

پوءِ مان وڏيري ڪوڙل خان جي ٻئي نوڪر وٽ ويس ۽ کانئس پڇيم ته ”وڏيري وٽ رات ڪي مهمان هئا ڇا؟“

”ها“ مختصر جواب ڏنائين.

”ڪهڙا ڪهڙا؟“ تفصيل معلوم ڪرڻ لاءِ کانئس پڇيم.

”صوبيدار، مختيار ڪار، انجنير ۽ ٻيا وڏيرا“.

”هان ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ سوچيندي چيم.

”پر اوهان ڇو ٿا پڇيو؟“

”پس، ائين ٿي، ڇو ته سڄي رات وڏيري جي ڪمري ۾ بتي ٻرندي ڏٺم“ تڏهن پڇيم

”ها سڄي رات ڪچهري ڪري رهيا هئا“ ائين چئي هو هليو ويو. وڏيري جي بنگلي تي- سڀ سرڪاري عملدار. ۽ وڏيرا ۽ سڄي رات ڪچهري آخر ان جو مطلب ڇا آهي؟ سوچيان ٿو! ڳالهه جي مطلب سمجهڻ لاءِ، ساڻ سوچيندو سوچيندو اڳتي هلندو ويس، تان جو وڏيري جي بنگلي جي پويان نڪري ويس. جتي هو نئين ته ڪافي نحش تصويرن وارا تاس جا پتا ڦاٽل ڏٺم پر راتوڪا تازا ڦاٽل پتا به ڏٺم.

اهو ڪيس اڪين ۾ داخل ڪري، دل جي عدالت ڏانهن موڪلم جتي منهن جي دل، جج جو ڪردار ادا ڪندي، فيصلو ڏنو ته، ”وڏيرو ڪوڙل خان، سڄي رات ٻڪريءَ جي چور ڳولهڻ ۾ نه، پر ان عجيب ڪرت ڪرڻ ۾ مصروف هو ۽ اٽڪل ساڍا پنج هزار روپيا ڪمايائين، جنهن ماي مٺيان پنج سو جوا جي زڪوات خيروءَ کي ٻڪريءَ جي بهاني ڏيئي سندس ڳلاخور وات کي بند ڪرڻ ٿي چاهيائين، ڇاڪاڻ ته ان عجيب ڪرت جي خبر خيروءَ کي به هئي“.

# ڇهري ٽي اڪريل ماڻي

اڄ اٺن سان ڪيمن گهٽ ٿي محسوس ٿئي. ازغيبي گهٽ. راتوڪي گرميءَ جو احساس، اڃا تائين ڪجهه بنجي، سندس من ۾ پئي ڇپيو. هو اٺي پاڻيءَ جي بالٽي کڻي، باٿ روم ۾ وهنجڻ اچي ٿو. پنهنجي مٿان پاڻي ناٺن سان ڪيس ائين پئي محسوس ٿيو، ڄڻڪ ڪيس ڪنهن دوزخ مان ڪڍي بهشت ۾ اماڻيو آهي پر تڏهن به ڪيس ايترو مزو نه ٿي آيو، ڇاڪاڻ جو پاڻي راتوڪي گرميءَ جي ڪري ٺريوئي نه هو. هو ڪوڏ پڏي باٿ روم مان ٻاهر اچي، رفريجيٽر مان برف جو وڏو گهنڊو کڻي وڃي، ٽب ۾ وجهي ٿو ۽ پاڻيءَ کي ٺارڻ لڳي ٿو.

پنج ڇهه منٽ ته ڪڇي سان پاڻي پري پري برف جي مٿان وجهندو رهيو ته جيئن پاڻي ٺري. پوءِ هو پنهنجي ڏسٽي آڱر پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ڏسي ٿو ته پاڻي ٿڌو ٿيو آهي يا نه؟

ڪيس آڱر کي ٿڌ پهچندي محسوس ٿئي ٿي ۽

يڪدم هو ڪپو پري، پنهنجي مٿان ٿو هاري. پاڻي ناڻ سان ئي هو ائين ٿو محسوس ڪري، تہ ڪوئي سندس من جي پريل ميچ کي ٿڌي پاڻيءَ سان اجهائي رهيو آهي. هن صابڻ ۽ تيل هوندي بہ ڪجهہ نہ استعمال ڪيو. صرف ۽ صرف پنهنجي مٿان پاڻي هاري رهيو هو. هن چاهيو پئي تہ اڄ سڄو ڏينهن ويٺو برف جي اهڙي ٿڌي پاڻي ۾ تڙ ڳي، پر هو ائين نہ ڪري سگهيو. پاڻي ڏائيندي ڏائيندي پئي بالٽيون ختم ٿي ويئون. هن چاهيو ٿي تہ اڃا پاڻي هجي. گهڙو تمام گهڙو پر وري پنهنجي فيصلي کي غلط قرار ڏيئي، گوڏ ٻڌي ٻاهر اچي ٿو.

پکي جو سوئچ ”آن“ ڪري ٿو ۽ پکو سندس سوچن سان گڏ ڦرڻ لڳي ٿو، هي پنهنجا وار سڪائڻ لڳي ٿو. هن جي آن لڳڻ تي پکي جي ٿڌي هوا، اهڙو تہ اثر ڪيو جو ڇڻڪ ڪيس نوجوان ڇوڪري سان گڏ شراب جي بوتل ملي ويئي هجي.

هو سوچي ٿو تہ اڃا ڇهہ ٿيا آهن ۽ آفيس جو ٽائيم اٺ آهي. اڃا ہہ ڪلاڪ آهن. اهي ڪيئن گذرندا ايستائين هن جا وار سڪي ويا. هن وارن کي سنواريو ۽ پوءِ ڪپڙا پائي، آرسيءَ جي آڏو آيو. هو هڪ ڀيرو آرسيءَ ڏانهن ڏسي ٿو، ائين جيئن روز ڏسندو هو. پر اڄ

کيس ائين محسوس ٿي رهيو هو تہ چڻ آرسي ڌنڌلي ٿي ويئي هجي. هن آرسيءَ کي اگهيو ۽ اهڙو اگهيو جو آرسي بلڪل شفاف پاڻيءَ مثل ٿي پيئي. اهڙي صاف آرسيءَ ۾ کيس پنهنجو چهرو ائين ڏسڻ ۾ پئي آيو، جيئن صاف ۽ شفاف پاڻيءَ ۾ صوف. ان وقت هو پنهنجي چهري جي هر تر جيتري نشان کي بہ چٽيءَ طرح ڏسي سگهيو ٿي.

سندس هٿ ازخود مٿي تي وڃي ٿو ۽ پنهنجي چهري کي ڇهي ٿو، جتي کيس کهراڻ ٿي محسوس ٿئي. هو ان کهراڻ تي زور سان هٿ گهمائي ٿو، تہ کيس سندس ماضي ياد اچي ٿو وڃي، جڏهن سندس اهي ڳِنا اسڙا هوندا هئا.

جڏهن هو ننڍو هوندو هو، تڏهن هر ڪو کيس جيءَ ۾ جايون ڏيندو هو. ڪيڏانهن بہ ڪنهن ڪم سانگي ويندو هو تہ ڪوبہ کيس خالي ڪين موٽائيندو هو. ڪڏهن پڻ سندس کيسو خالي ڪين ٿيندو هو. ڪو ٿورڙو خرچ سندس کيسي مان ٿي ويندو هو تہ ان کان ٻيڻو تہ بلڪ ٽيڻو خرچ کيس اڳئي ملي ويندو هو.

اوچتو ڪانئس هڪ ٺهڪ نڪري ٿو وڃي، جيڪو سڄي گهر سان چڪر ڏئي، وري بہ سندس ئي ڪنن ۾

پڙاڏو بنجي، ڪيس پڌڻ ۾ اچي ٿو ۽ هو هڪ پيرو وري به ماضيءَ جي اونهي کڏ صاف ڪرڻ لاءِ منجهائنس گند ڪچرو ڪڍي ٿو گند ڪچري سان گڏ ڪيس ان وقت جي جج وارو واقعو ياد ٿو اچي، جنهن تي ئي ڪائنس نهڪ نڪري ويو هو.

جڏهن هو خير پور ۾ پڙهندو هو ۽ شام جو وڏي گرائونڊ تي راند ڪرڻ ويندو هو ته ڪيس ڪورٽ جي جي پرسان سرڪاري ڪوارٽر جي در تي هڪ جج بيٺل نظر ايندو هو: ڪيس اهو ڏينهن به چڱيءَ طرح ياد ٿو اچي، جڏهن هي شام جو راند تي وڃي رهيو هو ۽ جج ڪيس ڏسي سڏ ڪيو ۽ هو ان سڏ کي سرڪاري سڏ سمجهي، بنا سوچ سمجهه جي هليو ويو ۽ جج صاحب ڪيس ڪوارٽر ۾ اندر وٺي ويو. ڪيس شربت پياريائين ۽ ڪجهه وقت ترسائي، بعد ۾ ڪيس خرچي به ڏني هئائين.

هن کي ياد ٿا اچن جج صاحب جا اهي جملا، جيڪي هن اترادي پوليءَ جي لهجي ۾ ڪيس چيا هئا. وڃڻ مهل ڪيس چيو هئائين ته، ”مان سان سنگت رکبي نه؟ ۽ هو شرم ۽ حياءَ جي پڌ تر ۾ ئي هو ته وري ڪيس چيو هئائين،

”اڙي ها ڪٽي ڪر يار!“

”ها“ هن بنا سوچڻ جي ها ڪٽي ڪئي هئي.

”واعدو“ جج ڪائنس پورو پورو قسم نامو وٺندي

ڇيو هو.

”وعدو“ هن به کيس جواب ڏنو هو.

”پڪو“ صاحب به ڪٽي ٽو ڇڏيس

”پڪو“ جان ڇڏائڻ لاءِ ائين به چيو هئائين.

”ڏاڙهيءَ تي هٿ رک“

۽ هن شرميلي مرڪ مرڪندي، پنهنجو ڏڪندڙ هٿ ڳلن تي رکيو، جي نرم، نازڪ ۽ لسڙا هئا. اهڙا جهڙا پشم ۽ جنهن ڪري ئي کيس جج صاحب پائيندو هو.

”چڱو بادشاه پير جو هٿ ملاءِ“

۽ هن پنهنجو نازڪ هٿڙو، جج صاحب جي سخت ۽ کهري هٿ جي حوالي ڪيو هو ۽ جيڪو ڪافي وقت سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي بيٺو رهيو.

”چڱو سائين! هاڻي پيلا مان هلان. راند تي دير ٿي ويئي آهي“ آخر جج مان تنگ ٿي کيس چيو هئائين.

”چڱو، سياڻي پيلا ايندين؟“ جج وري کيس چيو هو.

”ها“ هن کيس چيو هو.

”ايندين نه؟“ جج وري کيس چيو هو.

"ها سائين!" جواب ڏنو هئائينس

"پڪ" پڪ وٺندي ڪيس چيو هئائينس

"پڪ" ورندي ڏني هئائين.

"وعدو" گهل ڪر ئيندي ڪيس چيو هئائين.

"چڱو هٿ ملاءِ بادشاه پير جو" ۽ هڪ ڀيرو وري هن جو نازڪ نازڪ هٿ، جج جي کهري کهري هٿ ۾ نپوڙجڻ لڳو. ۽ ڪيس ٻيهر خرچي ڏيئي، راضي ڪري روانو ڪيو هئائين.

پوءِ ته هر روز جج سندس اچڻ وڃڻ، اچي در وٽ بيهندو هو ۽ هي به لنگهندي، ٻيڻي پير به صاحب وٽان حاضري ضرور ڀريندو هو.

سندس سوچڻ جو سونهن ٻئي طرف مڙي. ويو ۽ سوچڻ لڳو ته ڪيئن نه مون هن جج کان ڪم ورتا؟ ڪنهن کي اندر ڪرائڻ، ڪنهن جو ضامن ڪٽائڻ، ڪنهن کي سزا ڏيارڻ، ڪنهن جي سزا رد ڪرائڻ، ڪنهن جو ضامن مارائڻ يا ڪنهن کي آزاد ڪرائڻ. اهي هڙ ئي ڪم سندس هٿ وس هوندا هئا ۽ هو جوابدارن کان سن گهريا پئسا وٺي، سندن هر فيصلو سندن چاهت مطابق جج صاحب کان ڪرائيندو هو. جڻ ته جج ئي پاڻ هجي.

هو هڪ طرف صاحب کان ته ٻئي پاسي جوابدارن کان روڪڙ وٺندو هو. ٻنهي پاسن کان ڪيس پئسا جو ملندا هئا، سولئه لڳي پيئي هوندي هيس. هڪڙي هوندي هيس ماءُ، سو ڪانيو ڪپايو، چوڙيو ماٽيو ويٺو هوندو هو ۽ باقي جيڪو بچندو هوس، سو ماءُ کي ڏيندو هو ۽ ڪيس چوندو هو ته "مان پڙهڻ بعد مزوري ڪندو آهيان"

اهڙيءَ طرح هن وٽ ڪافي پئسو ٿي ويو. سندس ماءُ به گذاري ويئي. پوءِ ته هن جي گهٽن تي به ڪهراڻ اوري هئي، ان ڪري جج به منجهانئس مطمئن نه ٿيندو هو ۽ هاڻي ڪيس لفٽ به گهٽ ڏيندو هو. هو جج جي رخ کي سمجهي ويو ۽ وڃي حيدرآباد نوڪريءَ کي لڳو ونس جيڪي جج صاحب وارا پئسا هئا، تن مان هڪ عمدو گهر، فرنيچر ۽ ٻيون ضرورت جون شيون ورتائين. هاڻي ڏاڍي ٺٺ سان رهي ٿو.

ڪيس اوچتو اڄ سندس هڪ ڪلاسي اشفاق ياد اچي ٿو جنهن هڪ دفعي ڪيس چيو هو ته "سوسرا جيسين ڏاڙهي اچيئي، تيسين ڪنهن کي به ناراض نه رک ۽ جڏهن ڏاڙهي اچي ويندءِ تڏهن ڪو ڪنهو ئي نه سگهندءِ" تنهن وقت ته ڪيئن اشفاق جي جمان

بارود تي ٻاهه جهڙو اثر ڪيو هو. پر ڪيس اڄ اهي جملا وڻن ٿا.

ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيري سوچي ٿو تہ ”واقعي هاڻي تہ ڪو ڪتو ڪونہ ٿو سنگهي، اوچتو سندس نظر پاڻهن ۾ پاتل گهڙيءَ تي پوي ٿي، جنهن ۾ ٽائم اٺ ڏهن وارا هئا. هو تڪڙ ۾ سينڊ ڪڍڻ سان گڏ سوچي ٿو تہ

”صاحب جي هيءَ واچ بہ ڏاڍو ٿي ڪم ڏئي.“

۽ سينڊ ڪڍي هو آفيس ڏانهن روانو ٿي ٿو وڃي



# ڪٿو چيا چاڙهي....

”السلام عليڪم وڏيرا خاوند ڏنا صاحب!“ وڏيري جي بنگلي ۾ اندر گهڙندي سيٺي چيو.

” وعليڪم السلام - وعليڪم السلام .... اچو - اچو ويهو ڏيو خبر، پيو تہ ڦڙيئي خير آهي نہ؟ ڀلا ايترا ڇٽا چڙهائي ڪيئي آيا آهيو! آهي تہ خير نہ، يا آهي ڪو دال ۾ ڪارو؟! وڏيرو موڙي تان اٿندي، يڪ ساهي آهي جهلا ڇني ويو.

”بس سائين پيو ڦڙوئي خير آهي. ڪجهہ ڏهاڙا گذري ويا هئا، جو اوهان جو ديدار نصيب ڪونہ ٿيو هو، سو آيا سون، توهان جو سنهن مبارڪ پسڻ“ وڏيري جي خوشامد ڪندي، اسان ڪيس چيو.

”ڀلي آئيو جيءُ آئيو ويهو ويهو، آرام ڪريو!!

”اڙي شونڪا! ڪجهہ چاهيون تہ ڻاهي وٺ“ پنهنجي نوڪر شوڪت کي چيائين.

نہ سائين! تڪليف نہ ڪريو نٺائيندي چيو سين.

”نہ ابا! تڪليف ڪهڙي! پنهنجا پاڻ ۾ آهيون.“

”ها ڀلا ڏيو خير جي خبر. خوش آهيو، چاق چڱا ڀلا تازا تڪڙا - جوڙ متارا - ڀيو ڪل خير. ڪهڙا حال آهن زماني جا.“

پاڻ خير و عافيت پڇندي چيائين.

”ها سائين ڀيو مڙوئي خير آ. اوهان خوش آهيو چاق، چڱا ڀلا - تازا تڪڙا - نؤ بنا - جوڙمتارا“ اسان سندس خير وعافيت جو جواب ڏيندي، کيس چيو. ”سائين نہ چئن ڏينهن کان اسان کي ملي، گرميءَ جي موڪل پر اسان تہ اچا اتيئي آهيون. اوهان جي سڪ ستايو، سوفي الحال تہ اوهان ڏي ڪهي آيا سين پوءِ جا پاڳ پوءِ سان.“

”ها، ڏاڍو چڱو ڪيو جو منهن ڏيکاريو. مون کي پاڻ اوهان جي ملڻ جي حب هئي، ڀلا، سڪ بہ ڪنهن نہ لڳي! هڪ ديس جا رهواسي آهيون، هڪ قوم آهيون ۽ هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ آهيون. مون اڃا ڪالهہ سوچيو هو تہ اوهان ڏي ماڻهو موڪليان، پروري سوچيم تہ موڪل ملڻ ڪري، ڳوٺ نہ هليا ويا هجو. اهو سوچي ڪئي بس ڪيم.“

”سائين! ٻاهر اڱڻ کي ٻهاري ڏيئي، متان

ڦس ڪلاس چڙڪار ڪيوا ٿمانس. هلي ڏسو!" هڪ ڪراڙو ساٿهو جنهن جي پيشانيءَ جي لڪيرن مان، سندس قسمت جا ڪل راز فاش ٿي رهيا هئا، هن مٿي رکيل پوتڙي مان منهن اگهندي، وڏيري کي چيو.

"مان ڪونه ٿو ڏسان. توتي اعتبار آ" اچا ڪراڙو وچڙ تي هو ته وڏيري ڪيس سڏ ڪيو.

"چڱو ڀلا! هاڻي هي سڀ موڙا ٻاهر ڪڍ، ته اسين هلي اڱڻ تي ويهون. تون هن صفحي ۾ وراندي کي نه ٻهاري ۾ چڙڪار ڪري، پوءِ پلي وڃ." وڏيرو ڪيس ائين چئي رهيو هو، جڻ پنهنجي ڪنهن زر خريد ٻانهي کي چئي رهيو هجي.

"سائين عرض ڪريان"

"وري چا ٿيئه!"

"سائين! مان ڪير ٿيندو آهيان، اوهان جو حڪم موڙائڻ وارو - پر سائين، ٻڪريون تڙ تي ائين ئي ڇڏي آيو آهيان. انهن کي رڳو شهر ۾ مالڪن وٽ پهچائي ايندس. پوءِ جيڪو ڪم چئو، اچي ڪيان."

ڪجهه دير ترسي وري چوڻ شروع ڪيائين.

"سائين! پر سال به ائين ئي پر ٽين ڳوٺ وارن "ڪارن" اسان هٽي، ٻڪريءَ جي جنگهه ڀڃي ڇڏي

هئي. قسم توهان جي سو جو تہ سائين! ٻڪري ٻورا ست سؤ رپيا لهندي هئي، پر لت کائڻ بعد ڏن سون کان مٿي نہ چڙهي"

"اڙي، بند ڪر اها پنهنجي بڪواس! ڪوئہ ٻڌءِ هڪ پيرو" رئيس جي حڪم سندس ٽپ ئي ڏاري ڇڏيا.

دل ۾ وڏ پوڻ لڳس. سوچن مٿس ورڪا ڪئي ۽ ماضيءَ جي مخفي تصويرن سندس اکين آڏو تري آئي. "وڏيرا چوري ڪرائين. ڦنگ وٺي کائين. پنهنجن لاءِ شينهن پر ڏارين لاءِ گدڙ. هو پنهنجي راڄ وارن کي ائين تنگ ٿا ڪن، جو ڄڻ هو انسان ئي نہ آهن ۽ هنن کي جيئڻ جو ڪو حق ناهي" هڪ پيرو وري سوچن جي ساگر ۾ اڙهي ڏو وڃي. "وڏيرن کي لوٽيءَ جي اڄ ناهي. شل نہ ڪو اوڙي پاڙي چمڪندڙ ڇهرو ڏسن تہ لاهي پاهي، ان جي پويان ڪاهي پون. پنهنجن جا دشمن ۽ ڪڙم جا ويري."

مان ظاهر ۾ تہ وڏيري جي چانهہ پي رهيو هوس پر دل ۾ ان شخص جي سوچن جي ڀڪيڙي سان گڏ اڏامي رهيو هوس. وري پيرسن جي سوچن جي ڳاڏي اسٽارٽ ٿي وئي. "وڏيرا شل نہ ڪو وات ويندو ماٺهو ڏسن. اصل نہ ڇڏنس. ڪنهن نہ ڪنهن ڪم ۾

ضرور ڦاسائنس. پوءِ ڇو نه ڏٽي اهو ماٺهو ڪئهن ضروري ڪم سان وبندو هجي."

سوچڻ جو پکيڙو هڪ پيرو وري سندس من جي پيڃري سان پرواز ڪري ڏو وڃي. "وڏيرا وري ووٽن واري دور ۾ پيٽ سيٽي پڳا ايندا تـه اسان اوهان جا پنهنجا آهيون. هيءُ وقت اوهان جي مدد ڪرڻ جو آهي امان ڪي ووٽ ڏيو. اسان جا اوهان تي ٿورا آهن."

جيسين سندس سوچون پوريون ٿيون، تيسين صفحي ۾ ورانڊي ڪي ٻهاري ۾ ڇٽڪار اچي ويو. اهو ڪم اڪلائي هو ٻڪرين ڏانهن هليو ويو.

"اڙي شونڪا! اهـو آخر بنا موڪلائڻ جي هليو ويو نه؟

پيٽسان - جوه جو ........

"ها سائين! ڪتو ڇـا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان. انهن ڪي ڀادر سان اٿار جي ڀادر سان ويهار جي ته ٺيڪ آ، نه ته اهي لئه ڪري ڏا وڃن. اگر تـه اوهان جي خير صلح واري ڳالهائڻ ڪان به پيا ڪنپندا هئا ۽ هاٿي وري مڙس بروبري ٿـا ڪن، سوبه اسان واري ڀوتـار سان." نوڪر وڏيري جـي سڌي سنئين ڇڇا گيري ڪندي چيو.

”ڇگو سائين، اسان پلا هاٿي هلون ٿا.“ اسان وزيري کان سوڪلايو.“

”ادا ترسي پئو، رات رهو ته ڪي ڪچهريون ڪيون ايترا تڪڙا ڪيڏانهن پيا وڃو.“ وزيري ظاهري خوشامند ڪندي چيو.

سائين! حياتي آهي ته ڪچهريون پيون ڪبيون پنڌ ۾ ڪجهه پرپرو آهي، سو هاٿي هلون ٿا.“ ائين چيئي اسان وزيري کان اجازت ورتي.

موٽندي سچي وات هر هر ذهن ۾ اهو جملو واچٽ وجائي رهيو هو ته ”سائين! ڪتو ڇا جاٽي ڪٽڪ جي مانهيءَ مان“ آخر جڏهن هاسٽل تي پهتاسين تڏهن، اوچتوٽي اوچتو دروٽ پهڇڻ سان ڪن تي آواز آيو ”هان! پاڻ وري ڪو ماڻهو هو ۽ منجهس ۾ ڪو ماڻهپو هئو“ شايد اهو آواز دل مان نڪتو هو.



# اسپيشل ڪيبر

اڄ سندن ميٽنگ هئي. جنهن ۾ شهر جي سڀني ڪير وارن جي شرڪت ضروري هئي، ان ڪري صبح کان وٺي ئي ايڪسائيز انسپيڪٽر صاحب جي بنگلي تي ڪير وارن جو ڇو پول لڳو پيو هو، ڏهين بجي ميٽنگ شروع ٿيڻ واري هئي، پر جيئن ته صاحب کي اڄ سينگار ڪرڻ ۾ گهڻو وقت صرف ڪرڻو هو، تنهن ڪري ڪجهه ليٽ ٿي ويئي ۽ ميٽنگ يارهين کان شروع ٿي.

جيئن اڄ ڇاهي جي جي پاٽيءَ جو وارو هو. سو ان جي بدران مان آيو. هوس ميٽنگ ۾ شرڪت ڪرڻ بنگالي ۾ حضور جن جي هيءَ حديث نمايان طور تي ٽنگيل هئي ته ”الراشي والمرتشي ڪلا هما في النار. يعني رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻئي جهنمي آهن.“

ڪلهه جاٽيءَ جي ڪاروائي قرآن شريف جي تلاوت سان شروع ڪئي ويئي. ڪاروائي ڪير وارن جي جنرل سيڪريٽريءَ هلائڻ شروع ڪئي ۽ انسپيڪٽر صاحب

پنهنجي جي صدارت جي ڪرسي سنڀالي.

قـرآن شريف جـي تلاوت کان پوءِ سيڪريٽري صاحب ڪير وارن جا نـالا وٺڻ شروع ڪيا. آچـر .... ارباب .... هاشم .... قـاسم .... حـاجي .... آدم .... رجب .... جاڙو .... جمال ........

هر ڪو پنهنجي پنهنجي نالي وٺڻ تي جاءِ تان اٿيو ڏي ۽ صاحب کي ٢٥ روپيه ماهواري في ڏيئي، واپس اچي، پنهن جي جـاءِ پيو والاري. اوچتو چاچا ولڻ جو نالو پڪاريو ويو. مان اٿيس ۽ ڪيسي مان پنجويهه رپيا ڪڍي صاحب اڳيان رکيم. صاحب تہ مون کي ڪونہ سڃاتو پـر سيڪريٽريءَ اوچتو رڙ ڪئي تہ چاچا ولـڻ ڇو ڪونہ آيو؟"

"جي انهيءَ جو پاڻي جو وارو آهي" مختصر جواب ڏيئي، جان ڇڏ ئي، اچي ميڙ سان مليس. ان کان پوءِ ڪجهه پيا نـالا ورتا ويا، ۽ هـر ڪو پنهنجو وارو وڃائي ويو.

پئسن وٺڻ جي نشت بعد سيڪريٽري اٿيو ۽ چيائين تہ "ساٿيو! ڪافي عرصو گذري ويـو آهي، جو صاحب کان پول ڪرڻ پڌا ائيون. ڪيس عرض نو ڪجي، تہ اچي پنهنجي خيالن جـو اظهار ڪري." ان پعد صاحب

اٿيو. پريل منهن. ڳاڙهو اهڙو جـڻ ڏاڙهون. ڏاڙهم لڪائڻ لاءِ ٽڪن تـي ٽوپي پائـل، سوٽ بشرٽ سان مانوس. پيٽ ايڏو ٻاهر نڪتل، جو سمجهجي پيو ته جاڻ سندس اها رشوت جي بشرٽ ڦاٽي. هن فرمايو ته،

منهنجا عزيزو! دوستو! ! ڀائرو! ! اوهان کي ته خبر آهي ته اڄ ڪاله ملڪ ۾ ڪيڏي نـه مهانگائي لڳي پيئي آهي، اوهان ته ڇڻا پيا آهيو ٻهراڙيءَ ۾ نه ڪو ڏو خرچ ڪرڻو پوي، نه ٻيو ڪجهه.

ڪـٽيون پاڻ ڪريو، مال پاڻ چاريو، ڳهه پنهنجو ٻاجي پنهنجي ۽ ڏڌ مکڻ پنهنجو. پر اسان لاءِ ويل آهي. شهر ۾ کائڻ به ملهه جو ته ڳالهائڻ به ملهه جو .... پيٽسان ڪائيون منهه تي، ٻاجي ملهه تي، ان ملهه تي ٻهراڙيءَ پاڻي به ملهه تي. دل ته چوي ٿي ته اڄ شهر ڇڏي، وڃي ٻهراڙيءَ جـا وڻ وسائجن. پر ڇا ڪجي، مجبورا" شهر ۾ رهڻو ٿو پوي، مهانگائي اوهان کي ٻڌائڻ مان منهنجو مقصد رڳو اهو آهي ته اسان ڪامورن سان نسورو ونل آهي. مهانگائيءَ سان ڳـڏ، مئڊم جا نخرا پورا نٿا ٿين. سندس هـر ڏينهن صبح جي نئين فرمائش جو ڳاٽي ڏيکو خـرچ ساريو وڃي. سندس سينگار جي سامان جي پورت ڪرڻ به پنهنجي وس کان ٻـاهر آهي. هاٿي

مجبورا" ائين چوڻو ٿو پوي ته اها منٿلي ٢٥ سان وڌائي ڏيهه ڪجي. پر جي اوهان راضي هجو ته فيصلو اوهان تي ڪريو."

صاحب پنهنجي مقصد جي ڳالهه ڪري اچا بس ئي ڪانه ڪئي، ته هال ۾ ويٺل، اڳئين حصي وارن خوشامدڙين جو هل اڀريو تاڙين جي گونج ٿي. ان تاڙين جي گونج ۾ اهو آواز ور ور ڏيئي ٻڌڻ ۾ پئي آيو "جيئن حڪم سرڪار جو." ۽ انهن جي پويان اسان ڪي به چوڻو ئي پيو.

سيڪريٽري هڪ ڀيرو وري اٿيو ۽ پنهنجو آواز بلند ڪيائين. "ساٿيو! صاحب ڏاڍو سٺو ماڻهو آهي. هو گهري ته ڪائي ٿو نه! اگر ٻين واڱر چئي ته "اڄ اوهان ڪي هيترا ڏيٺا آهن اڄ هيترا." ته به ڏيٺا پوندا! پر هي صاحب خدا شل ڪيس ڇڙن سان خوش رکي، رشوت خور نه آهي. اسان سندس ئي مهرباني‌ءَ سان زماني ۾ هلي رهيا آهيون. هو اوهان جو راضپو ٿو پڇي. ڪيئن منظور آهي اوهان کي؟" سيڪريٽري ائين چئي چپ ٿي ويو. هال ۾ اڳئين وانگر آواز اٿيا." جيئن حڪم سرڪار جو. منظور آ. منظور آ .... صاحب جو حڪم منظورآ"

منظورآ.... صاحب جو حڪم منظورآ.....“

ان بعد ٻـ ڪيترن ئـي صاحب جي خوشامدڙين، صاحب جي تعريف جا ڍڪ ڀريا. تعريف ڪئي، ساراهه ڪئي. جڏهن خوشامدڙين رڙين ڪان ماٺ ڪئي، تڏهن وري سيڪريٽريءَ جو آواز آيو. ”ساٿيو! آخر ۾ آءٌ صاحب کي نمائيءَ نيڙ ٿو ڏيان تہ هو اچي گڏجاڻيءَ کي آخري الوداع ڪري.“

اسٽيج تي هڪ پيرو وري ساڳي صورت نظر آئي ۽ صرف اهو آواز آيو: ”منهنجا عزيز دوستو! مان اوهان جي مهربانين جو بيحد ۽ پرخلوص ٿورائتو آهيان“ صاحب جي اڌ تقرير ۾ ئي تاڙين جو هل هنگامو مچي ويو. هل ختم ٿيڻ بعد وري صاحب وڌليو.

”ساٿيو! جيئن تہ اڄ پهرين تاريخ آهي، تنهن ڪري اوهان مان پنج ڄڻا ڪير کي اسپيشل بنائي شـام جو ڪٺي اچن، چاڪاڻ جو شام جو مان اوهان وٽ مهمان آهيان. انهن پنجن ڄڻن جا نـالا سيڪريٽريءَ ڪان پڇي ڇڏيو. ڇگو سدائين گڏ.“

ائين چئي بس ئي مس ڪيائين تہ هڪ پيرو وري تاڙين جا ٺڙڪا هال کي ڪونجائي اٿيا. سيڪريٽري آخري دفعو اسٽيج تي آيو ۽ انهن پنجن ڄڻن جا نالا ٻڌايائين ”آچر-

احمد، ارباب ۽ والڻ ۽ جعفر." انهيءَ نشست کي آخري نشت قرار ڏيئي جلسي کي ختم ڪيو ويو.

مان جلدي ڳوٺ ويس. اچي چاچا کي سموڙو احوال ڪيم ۽ ڪانئس پڇيم تہ "ڇاچا! ڪبر امپيشل ڪيئن ڪبو آهي!" وراڻيائين، "اها ڳالهہ ئي نہ پڇ! شام جو اچي پنهنجي اکين سان ڏسج" مان پنهنجي گهر آس. هٿ منهن ڌوئي، ماني ٻاني ڪائي، ٿوري گهڙي ننڊ جو سونهو ڪري، اٿيس تہ شام ٿي ويئي هئي. مان سڌو چاچا وارن جي گهر ويس. ڏٺم تہ چاچو بہ تياري ڪري رهيو هو.

سون کي ڏسي چيائين تہ "وڃ! هن دٻي ۾ تہ پاٺي وجهي آ. پر گلاس کن هيٺ تائين" مان دٻي ۾ پاٺي وجهي ڪٺي آيس ونس هڪ ٿيلي هئي، جنهن مان ڪجهہ پائوڊر دٻي ۾ وجهي ٻــڙ ڏيئي، وٺي لوڏيائينس. ڏاڍو هلائي هلائي جو پڙ لاٿائيين تــہ صفا ڪير بنجي چڪو هو. هڪ دٻو اهو پاڻ کنيائين- باقي هڪ دٻو، جنهن ۾ ٿي پٽيون پاٽي، اڌپتي ڪير ۽ اڌپتي مڪل ڪير وڌو هئائين، اهو سون کي ڏنائين.

ٻئي ڪير کڻي اچي شهر پهتا سين. چاچي سون کي ٿورو پرڀور ويهاري، پاڻ پريان وڃي ٻين چئن ڄڻن ڪير

وارن سان ويهي رهيو. هو ظاهر ۾ ته هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا، پر درحقيقت صاحب جي باري ۾ سوچي رهيا هئا.

سچ پُڇي ته آزاد سان گڏ صاحب به واءُ ميتهن ڪندو آيو. سندس اکيون ڳاڙهيون لڳيون پيئون هيون. اوچتو سان ڪير وارن کي ڳارين سان جهنجهي ڇڏيائين ۽ انهن پنجن ئي جا پنج ئي ڪير ڏهاڙي هاري ڇڏيائين. ڏسندي ئي ڏسندي ڪيرجا واهڙوهي .هليا. صاحب، عوام کي اهو اڪرتب ڏيکاري، بيوقوف بنائي، سندن اڳيان زبردست تقرير ڪئي، جنهن ۾ چيائين، "منهنجا پيارا ڀائرو! مون کي هتي ڪير وارن جي باري ۾ ڪافي وقت کان شڪايتون ملنديون ٿي رهيون. نيٺ انهن شڪايتن کان تنگ اچي، مون اها ڪاروائي ڪئي آهي. هن سکيت مان سبق سکندا ۽ سڌري ويندا ۽ اگر نه .... ته به مان پري نه آهيان. توهان مون کي وري به اطلاع ڏجو."

شهرين صاحب جي اها جو شيلي تقرير ٻڌي، پاڻ به جوشيلا بنجي ڏاڍيون تاڙيون وڄايائون. صاحب جي حق ۾ ۽ ڪير وارن خلاف نعرا هنيائون. هر شهريءَ جي وات ۾ انسپيڪٽر جي تعريف هئي ۽ ڪير وارن جي گلا. هوندي ته اسان روزانو پنهنجن ڪير جو سير ڏيندا هئا سون، پر اڄ ڪير جي اٽاڪ جو فائدو وٺي

ٿين ريٽن مير وڪٽن لڳاسين ساٺهو ويچارا مات ڪيو ويٺيو پيا وڃن، ڪنهن ڪنهن هنڌان مڙوئي شهرين جا مسڪا ڦسڪا پڌرا پيئي ٿيا آيا. ڪن جي واتان اهو به ٻڌوسين ته "اڄ ڪير وارن سان اهڙي حالت ٿي آهي، جوڪي ڏينهن ڏيپ ڪان سغو ڪير آئيندا"

پر اها ته ڪنهن کي خبر ئي ڪونه آهي ته صاحب ۽ ڪير وارن جي اندروني ساز باز آهي. اڄ مون کي خبر پئجي ويئي ته اسپيشل ڪير ڪيئن ٿو ڏاهيو وڃي؟ ۽ اڄ مون کي اها به خبر پئجي ويئي ته عوام کي انڌو ڪيئن ٿو بنايو وڃي.

# "گهرا گهرا گهاءُ"

"پٽ، آخر ڳالهه ڇا آهي؟ جو تون ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو ٿو وڃين." منهنجو ويرانيءَ جهڙو چهرو ۽ دماغ سوچڻ جو مسافر ڏسي امان مون کي چيو. اما جو هر لفظ ڏينبو بنجي، منهنجي من کي ڏنگي رهيو هو.

"اما بس ڪا ڳالهه ڪانهي! ڪجهه وقت کان مون کي ٿورو بخار ٿي پيو آهي. مٿي ۾ الڳڻ ۽ سور ٿو رهي." ڳالهه کي لڪائيندي، اما کي دوکو ڏيئي ڇڏيم.

دراصل مون اهو بلڪل نه ٿي چاهيو ته ان ڳالهه جي خبر اما کي به پوي ۽ هوءَ وڌيڪ ڪمزور ٿي وڃي ان ڪري مون ماءُ سان فريب ڪيو، دوکو ڪيو ۽ ظلم ڪيو. هڪ اهڙو جيڪو مون امان سان ڪيو ۽ پيو اگزيمنز (امتحان وٺندڙ) مون سان ڪيو. آخر ڪيسن سان ان ڳالهه کي لڪائيندو رهندس ۽ ڪيسن پنهن جو پاڻ تي ۽ اما تي ظلم ڪندو رهندس سوچن جا سونٽا منهن جي دماغ تي وار ڪري رهيا هئا.

اما سان اها ڳالهه ڪيان يا نه! ان "ها ۽ نه" جي نياس
تي ٽنگجي بيهي رهيس ۽ اهو فيصلو ڪري نه سگهيس.
ان ڏينهن امتحان هو. مون امتحان جي تياري لاءِ
هفتو کن اڳ ڏينهن ۽ رات هڪ ڪري ڇڏيو هو.
منجهانئن فرق ميٽي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ جو مون کي
اهو احساس هو ته اگر مئٽرڪ جي امتحان ۾ ناپاس
ٿيس ته اما جو جوانيءَ کان پيدا پي تائين رت ۽ ست،
قتل ڪير جيان خراب ٿي ويندو.
انهن سوچن منهن جي رات جي ننڊ ۽ ڏينهن
جو سک برباد ڪري ڇڏيو هو. هر وقت ماءُ جي ماستا
تڙپائي رهي هئي ته "ات پڙهه ڪوشش ڪر. ڇاڪاڻ
جو ڪوشش ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي، همت مرد
مدد خدا" مون انهن پهاڪن ۽ چوڻين تي ويساهه ڏري
ڪوشش ڪئي، محنت ڪئي، ننڊ ۽ سڪون ڦٽيايو.
پڙهيو، ڪڙهيو ۽ وري پڙهيو جيڪو ماسترن پڙهايو هو،
اهو پڙهيم، جيڪو نه پڙهايو هين اهو به ڪوشش ڪري
منگتين ساٿين وٽان پڙهيم، سکيم! پنج ئي پيپر سٺا ٿي
ويا ۽ هاڻي باقي پرئٽيڪل ٿي رهيا، جي ٻئي ڏينهن
تي هئا.
ٻئي ڏينهن. بابا مرحوم جا ڇڏيل ڪپڙا پاتي، اما

ڪان دعا گهرائي، سويل ئي سويل اسڪول پهتس ۽ اهو سوچي تہ اِجا پرنٽيڪلن ۾ دير آهي، سو انهن کي پيرو ڏيڻ لڳس. اِجا اڌ پيروئي مس ڏنو هوم تہ گهنٽيءَ جي ٺڻ ٺڻ منهن جي اڳتي پڙهڻ کي بريڪ هڻي ڇڏي.

مان ٺڙڪندڙ قدمن سان واپس اچي امتحان حال ۾ ويٺس. صاحب آيو. دل جو دهڪو وڌيو. ساهہ جو سهڪو وڌيو. ائين محسوس ٿي رهيو هو، جڻ دل ٻاهر نڪرڻ جي جاءِ ڳولي رهي هئي.

صاحب ڇا ڀڃندو، اهي سوال ساهہ جي سهڪي سان گڏ پڌڻ ۾ آيا. اوچتو سونيل ٻونيل، ڪلين شيو صاحب هٿ ۾ويان پڌيو لڏندو لمندو مون وٽ آيو.

”ڇا پڇاڻ!“ عجيب سوال! عجيب طنز!! عجيب مسڪراهٽ!!! ”جيڪو پڇو“ پيو ڪو جواب نہ سمجهي، ائين چيم. ”نيٺ“ پيهر عجيب سوال. شايد پيو ڪجهہ ڪيس پيچڻ اچي ئي ڪونہ پيو.

”نيوٽن جا قاعدا پڇو“ مون کيس چيو.

”پداءِ“ وري بہ عجيب سوال.

”ڪهڙو ڪهڙي نمبر وارو!“ پوري معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ کيس چيم.

”ڇگو ويهہ! نٿو اچيئي.“ ائين چئي ٻني تسي ٿرو

ڪلاس لکي ھليو ويو.

”مون کي ڪجھ نہ ڏو اچي پڏائڻ يا توکي ڪجھ پڇڻ نہ ڏو اچي دل ۾ وڏ پوڻ بعد اھو جملو چپن تي اڏيو. صاحب جو سوٽ پويان چپرا ڏيندو اڳتي وڌي ويو. ۽ وري ٻئي ھڪ ڇوڪر کان سوال پڇڻ لڳو.

”ڪير آن؟“

”سائين ميمڻ!“

”آصف چا ٿيئي؟“

”سائين چاچو آھي.“

”ھان! چڱو ويھ، ڪو ڪنڪوئي نہ ڪر ۽

ڪيس فرسٽ ڪلاس ڏيئي، وري ٻئي ڇوڪر وٽ آيو.

”ڪير آن؟“

”سائين چاڪي“

”اڙي! پوء تہ تہ تون سائٽ آھين“ تون بہ ڪنڪو ئي نہ ڪر!“

وري ٻئي وٽ وڃي ڏو.

”تون پڏاء، سڀي پاڻيء ۾ ٻڏي ٿي وڃي، پر جھاز چو نہ؟“

صاحب مس مس ڪو ھڪ سوال سوچيو ۽ انِ ڇوڪر کان پڇيائين ”سا .... ئين .... سا .... ئين“!!! ڪيس

ڪجهه نه ڏنو اچي ۽ نتائڻ خاطر رينگڻ ٿو ڪري.

"سائين! اهو استاد خان محمد جو ڇوڪر اٿو. ان جي پارت ڪجيو"! استاد آڇر چيو.

"ڇگو تون به ويهه" ائين چئي، صاحب هنن سڀني کي فرسٽ ۾ مون کي ٽرڊ ڏيئي، ڪجهه ٻين ڇوڪرن کان به سوال پڇي هلڻ لڳو ته مون کيس چيو، "سائين! مئي ۾ جهاز واري سوال جو جواب سائنسي سبب مان ٻڌايانو. مون کي فرسٽ ڪلاس ڏيو نه ته منهن جو گريڊ ڪري پوندو."

منهنجي ان غرض کي ٽڪي جي درخواست سمجهي، ڪو خيال نه ڏنائين پر صرف گهوري نهارڻ لڳو.

"ڪٿي آهين؟" رهڙ ڏيندي پڇيائين.

"سگهڙ" معصوميت سان ڏانهنس ڏسندي چيم.

ويهه .... ويهه .... مڙوئي ڇگي ڏيندي" چئي هليو ويو. سندس وڃڻ سـون لاءِ ائين هو، ڄڻ منهنجا ٻئي جهان هليا ويا هيءَ دنيا به وڃي ته آخرت به.

ڪاش! منهنجو به ڪو مائٽ هجي ها، جنهن کي به ڪو وڏو عهدو هجي ها. جنهن کي به هي صاحب سڃاڻندو هجي ها. ته به مونکي فرسٽ ڪلاس ملي ٿي سگهيو. ڪاش! منهن جو ڪو مائٽ بـه ماستر هجي

ها، ان ڪري ٻـه مون کي فرسٽ ڪلاس ملي ٿي سگهيو. پـر مون ٻي نصيب جو هن دنيا ۾ ماءُ کان پيو ڪو ڪونه هو.

ڇا ماءُ جهڙي عهدي کان وڌيڪ پيو ڪو عهدو آهي؟ ڪاش! هنن کي اها خبر هجي ته ماءُ جي عظمت ڇا ٿيندي آهي، ماءُ جي چاهنا ڇا ٿيندي آهي، ماءُ جي مامتا ڇـا ٿيندي آهي. اها ماءُ جنهن جي پيرن هيٺان جنت هوندي آهي، اها مـاءُ جنهن جي پٺ عرش کي ڏاري وجهندي آهي ۽ اها ماءُ جنهن جي دعا فقير کي بادشاه بنائي ڇڏيندي آهي.

پر نه!! منهن جي ماءُ ائين نه آهي. منهن جي ماءُ جي پيرن هيٺان جنت نه آهي، منهنجي ماءُ جي ڪرش ڏاري نه ٿي سگهي. منهنجي ماءُ جي دعا فقير کي بادشاه بڻائي نه ٿي سگهي. اگر ائين هجي ها ته پوءِ مان هيٺن ٿرڊ ڪلاس ۾ نـه اچان ها! پر امان جي دعا مان فرسٽ ڪلاس کان به وڌيڪ مارڪون کڻا ها. منهنجي مـاءُ جي دعا الله وٽ بـه ڪوئي سڪي جيان قبول نه پئي.

هت ماءُ جي عظمت کان چڱي عهدي وارو ماڻٽ وڌيڪ آهي .هت ماءُ جي دعا کان استاد جو مصنو ڳالهائڻ وڌيڪ آهي، ۽ هتي مـاءُ جي ٻٽ عرش کي تـه ڇڏ،

اهڙي صاحب جو پيٽ بہ ڦاڙي نہ ٿي سگهي.

منهنجي هڪ دل چيو تہ اما کي چوان. زور زور سان چوان، جهنجهوڙي چوان. ڪاهن ڪان وٺي لوڏي چوان تہ ”اما، تنهن جي هن دنيا ۾ ڪا عزت نہ آهي،! تنهن جي هن دنيا ۾ ڪا سڃاڻ نہ آهي! ۽ تنهن جي هئڻ نہ هئڻ سان هن دنيا وارن کي ڪو فرق محسوس نہ ٿيندو، ان ڪري تون هتان هلي وڃ! — هلي وڃ!! — هلي وڃ!!! هت تنهجي دعائن، پيٽ کي مٺيون ڏيئي، پئسا بچائي سون کي پڙهائڻ ۽ منهنجي محنت جو ڪو قدر نہ آهي. هت انهن جو قدر آهي، جن جا مائٽ وڏن عهدن تي فائز آهن، هت انهن جو قدر آهي، جي ماسترن جا مائٽ آهن. هت انهن جو قدر آهي، جن کي صاحب سڃاڻندو هجي“

اها اهو فيصلو ڪري نہ سگهيس تہ اها ڳالهہ اما سان ڪيان يا نہ! مان وري ان فيصلي تي سوچيندو، اڳتي ڏانهس وڃڻ لڳس، جا پنهن جي ۽ منهن جي پاپي من لاءِ ساني پچائڻ ويئي هئي. مان چلهہ ڏانهن ويس ڪيس ڏٺم پر رواجي نموني. مان سوچن جو شڪار ڪري رهيو هوس پر سنجهان ڪنهن هڪ پڪيءَ کي نشانو بنائڻو هو تہ کيس اها ڳالهہ ٻڌايان يا نہ؟

اوچتو مون ڪان چرڪ نڪري ويو جو اسا ۾ ڪابہ چرپر نہ ڏٺم. وڌي ڏٺم تہ سنهن جي اڳيان بوتو هو صرف بوتو. هن جو روح گم هو. ان ۾ جان بوتي جي هٿن ۾ وڌايل ماني هئي. نہ ماني تئي ڏانهن وڃي رهي هئي ۽ نہ تئو مانيءَ ڏانهن. مون ڪنڌ مٿي ڪئي بوتي ڏانهن چتائي نهاريو. ان بوتي مان ماءُ جي عظمت بکي رهي هئي ۽ سندس ماستا جي سچائپ نظر پئي آئي. پر اها سچائي، اها پوءِ اها ۽ عظمت صرف مون کي ئي محسوس ٿي رهي هئي ڇو تہ هن ظالم معاشري جا ستايل بہ سان ۽ امائي هياسين ۽ چٽا صرف ۽ چٽا.

مون وات کوليو. رڙيون ڪيم، پڪارون ڪيم وڏيون تمام وڏيون. پر انهن رڙين تي نہ آسمان ۾ ڏرڙلو آيو ۽ نہ ئي زمين ڦاٽي. نهوري پاڙي وارا آيا. اما بہ واپس موٽي ڪين آئي. مون بوتي سان ڳالهايو. آهستي آهستي ساڻس ڳالهايو. ڪانئس پڇيم تہ ”اما ڪيڏانهن ويئي آهي؟ بوتو خاموش رهيو. مون ڪيس ڪلهن ڪان وٺي روئي رڙيون ڪري پڇيو. ڏمندڙ نيث ڪٿي ڪانئس پڇيو تہ ٻڌاءِ تہ ”اما ڪيڏانهن ويئي آهي؟“

بوتي حيرت مان اکيون پٽيون، فرشتن واريون اکيون.

وات پنهنجائين. زبان چوريائين ۽ چيائين ته "تنهن جي ماءُ هڪ اهڙي دنيا ڏانهن راهي ٿي چڪي آهي، جتي سندس عظمت کان وڌيڪ زمانسي جا عهدا نه هوندا. جتي سندس دعا کان وڌيڪ ماسترن جي سفارش نه هوندي، جتي سندس ماءُ کي سجائڻ وارا هيڪ نه پر هزارين هوندا. ماڻهن سان گڏ فرشتا به پوءِ پاڻ زبان کي ساڪن ڪري، وات بند ڪري، اکيون پوري ڇڏيائين.

سون کانئس پڇيو ته، "امان اوڏانهن ڇو ويئي؟ "

بوتي پهرئين وانگر نظرون، نيڻ ۽ پلڪون مٿي ڪري، سون ڏي ڏٺائين ۽ وات پنهنجي زبان کي حرڪت ۾ آندائين.

"تنهنجي ماءُ فرشتن کان به وڌيڪ عزت لائق هئي، تسو هن کي ڪجهه به نه ٻڌايو. توائين سمجهيو هو ته هن کي تنهن جي ساري ۾ ڪابه خبر نه پوندي هئي ته تنهن جي دل جي هر ڌڙڪن سان ڳالهيون ڪندي هئي. توکيس ڪجهه نه ٻڌايو پر تنهن جي دل کانئس ڪجهه نه لڪايو. هن خاموشيءَ سان اهو سڀ ڪجهه ٻڌو، جيڪو تنهن جي دل کيس چيو، جيڪي ڪجهه تو سوچيو هو."

۽ پوءِ .... ۽ پوءِ .... ۽ پوءِ هوءَ هلي ويئي، توئي کيس چيو هو ته "تنهن جي هن ظالم زماني وارن

کي ڪا سڃاڻ نہ آهي، ان ڪري هاڻي وچ ”ٻوٽي بس ڪري، وري ڇوڻ شروع ڪيو.

”ڇچ، پيو ڇاتو ڇپڻ چاهين؟“

هو ٻوٽو هوندي بہ ڳالهائي رهيو هو، پر مان ٻوٽي ڪان بہ وڌيڪ ٻوٽو بنجي چپ ٿي ويس. چپ ....... چپ .... ۽ چپ.



# غيبرت جي باهہ

هرڪو پنهنجي پنهنجي ڪم مصروف هو. ڪي ٽوپيون ٺاهي رهيا هئا، ڪي ڪپهہ مان ڌاڳا وٽي رهيا هئا. ڪي وري ڌاڳن مان ڪيس آڻي رهيا هئا تہ ڪي وري پوليس وارن جا ڪيسا گرم ڪري، آرام سان ڪمبل مٿان وڇوڙو سٽيا پيا هئا. ڪي پوٺن ڪي ڀاڻي ڏيئي رهيا هئا. مطلب تہ جيل جو ماحول حسب معمول هلندو ٿي رهيو.

اوچتو اسان واري بئرڪ جو دروازو کليو. سامهون هڪ حسين چهرو نمودار ٿيو. هن بئرڪ ۾ پهہ قدم اڳتي وڌايا مس، تہ دروازو بند ٿي ويو. بئرڪ جي هرقيديءَ جو ڌيان ان ”جو ان“ ڏانهن ڇڪجي ويو. هن جي چهري تي عجيب قسم جي مرڪ هئي. فتح هئي، ڪاميابي هئي ۽ ڪامراني هئي. سندس هروک ۾ هڪ نئو عزم هو. هو اڇي لياقو ماڇيءَ جي پر ۾ ويٺو سڀ واڻڻا بنجي ڏانهنس ڏسي رهيا هئا سون تہ ڇا سندس اڳ ۾ ئي اسان جي دوست لياقوءَ سان واقفيت هئي ڇا؟

آهستي آهستي اسان ميئي قيدي، هن جي چوڪيداري مڙئي آياسين ۽ ڪانئس جيل ۾ اچڻ بابت پڇيوسين. پاڻ ٽڪل هئڻ جو منهن ڪري، سياڻي پڌائڻ جو وعدو ڪري سمهي پيو. صبح ساڻ سڀ قيدي پروانن جيان، اچي سندس چوڌاري ڦريا ۽ پاڻ جيل ۾ اچڻ جو سبب پڌائڻ شروع ڪيائين، ”اڄ ڪان ڪافي سال اڳ بابا کي اسان جي ترجي وڏيري مارائي ڇڏيو هو.“

”ڇو ادا! “ مان رهي نه سگهيس ۽ ڪانئس تڪڙ ۾ ئي پڇيم ”چاڪاڻ جو وڏيري منهنجي حسين ڀيڻ ۾ بري نظر رکي، پنهنجا پالتو شيطان موڪليا. بابا انهن سان لڙيو، وڙهيو. پنهنجي ننگن تان، پنهنجي عزت تان ۽ پنهنجي پڳ تان، پر ساٿيو! انهن ظالمن پنهنجي رستي صاف ڪرڻ لاءِ بابا کي پنهنجي راهه جو اڻ وڻندڙ پٿر سمجهي، گوليءَ جي هڪ ئي جهٽڪي سان راهه مان هٽائي ڇڏيو.

” ۽ ادي! “ راهب جي وات سان رڙ نڪري ويئي. ” ۽ اديءَ پاڻ پنهنجو پاڻ کي ڇريءَ سان ماري ڇڏيو.“ ”پوءِ ادا“ سوالن جا سوين ڪڙهڙ مٿس وار ڪري رهيا هئا.

” پوءِ يارو! باقي گهر ۾ مان ۽ امان رهندا هئا

سون، امڙ سون لاءِ ٺي جيئندي هئي. آخر جڏهن ٻارهن سالن جو ٿيس، تڏهن اما به سون کي هن جهان ۾ اڪيلو ڇڏي هلي ويئي هئي! بلڪل اڪيلو!! - پوءِ مان پيءُ - ماءُ ۽ ڀيڻ جي قبر کي گهوٽ ۾ ٺي ڇڏي آيس. پنهنجي اباڻن ڳوٺن کي خير باد چئي بي يارو مددگار شهر هليو آيس. جڏهن منهنجي جواني جي رت ۾ ولولو پيدا ٿيو ۽ گرم خون موجون مارڻ لڳو، تہ سون کي ضمير پڪاريو تہ "او نوجوان! اٿ، پنهنجي پيءُ جو پلاند ڪر. پنهنجي ڀيڻ جي شرافت ۽ غيرت جي خون ۾ رنگيل چادر جو عيوض وٺ، بس.... بس.... بس! سون کي وڌيڪ نہ چئہ" سون ضمير کي چيو ۽ پنجن سالن جي مزوريءَ مان بچايل پئسا کڻي بازار ويس ۽ هڪ ڇرو ورتم. تيز تيز! هڪ رات سرديءَ جي موسم ۾ ڇرو ور ۾ وجهي؛ غيرت جي باهہ ۾ جذبات جون ڪانيون سوريندو، اڌ رات جو وڏيري جي بنگلي ۾ پهتس. چوڪيدار رات جي راڄ هيٺ ڪري سانت ٺي سانت لڳي پئي هئي. سون ڇرو ڪڍي هٿ ۾ ڪيو ۽ دل جي تيز دڪ دڪ تي ڪنٽرول ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. بنگلي جي ڪمري ۾ گهڙيس. وڏيرو بي خوف و خطر ننڊ جي آغوش ۾ مدهوش

هو، مون هٿ کي هوا ۾ ڦيرائي تيز تيز ڪٽي ڇڏيو.
صرف ”آئي“ جو آواز اڀريو.

ٺيڪ ان وقت چوڪيدار، جيڪو صحن ۾ ننڊ پيو هو، پاسو ورايو مون سمجهو ته شايد جاڳي پيو آهي، سو وڏي وڃي، ان جو ڪم لاٿم، پر سندس رڙڪي روڪي نه سگهيس. هن جي رڙ تي پر وارو پيو همراهه سجاڳ ٿيو ۽ ان جي رڙين تي سڀ ماڻهو سجاڳ ٿــي پيا ۽ مون کي پڪڙي وڌائون.

سڀ ڪان پهريائين پوليس جا پادر ڪاڏم سندن ظلم ستم جن جي ته اوهان سيني کي خبر آهي. يعني پيرن جا ڪوڪڙا، هٿن جي ترين هيٺان ڏيئي، مٿان ڪٺ جي پاوا رکيءَ پاون تي وري اٺ اٺ پوليس وارا چڙهي ٿي ويٺا، سڄيءَ اگهاڙو ڪري .... ۾ مرچ وجهندا هئا. ڏنڊيون وجهندا هئا. مطلب ته ماري ماري پاهه ڪري ڇڏيندا هئا.

ڪيس سول ڪورٽ ۾، ان بعد سيشن ڪورٽ ۾ ۽ آخر هاءِ ڪورٽ ۾ هليو. غربت ڪري مان هاءِ ڪورٽ جا وڪيل، ڪٿي ٿي ڪري سگهيس؟ پر هڪ وڪيل کي مون تي رحم اچي ويو، جنهن مفت وڪالت ڪئي. پر مفت جي وڪيل مــان ڪوبــه فــائدو ڪين رسيو، اٽڪل چار سال کن ته ڪورٽن جا چڪر ڪاٽيم.

بعد ۾ هاءِ ڪورٽ عمر قيد جي سزا ٻڌائي.“

حال احوال ٻڌائي بس ڪيائين، تڏهن ٻہ هن جي منهن تـي مرڪ هئي، غيرت هئـي ۽ ڪاميابـي هئي، ڇاڪاڻ جو هن پنهنجي عزت جو پلاند ورتو هو، پنهنجي ڀيڻ جو پلاند ورتو هو ۽ پنهنجي پيءُ جو پلاند ورتو هو.



# ... ۽ ڳئون کي زمين ڳهي وئي

سائين! اهو هاري، هاريءَ جو پٽ، ٿو اوهان جي شان ۾ گستاخي ڪري. اوهان حڪم ڪريو، جي لاش ۾ گهوليو لپين.“ نورل ڪمدار وڏيري بهرام کي چيو.

”ها پوٽا! نورل بلڪل صحيح ٿو چوي. رڳو اوهان جي اک جي اشاري جي دير آهي، پوءِ ڏسو تہ ڇا ٿا ڪيونس“ آندل بہ وڏيري کي نورل جي پٺ ڀرائي ڪندي چيو.

”ها سائين! صرف اوهان جو حڪم کپي، پوءِ ڏس جو تہ ڪيئن ٿا ٻڻ ٻنياد رلايونس“ خانو نوڪر بہ وڏيري کي زور ڏيندي چيو. ”اسان اوهان جي حڪم هلڻ لاءِ آيا آهيون سائين!“ شيرل بہ وقليو. ”اها گستاخي نہ رڳو اوهان سان، پر اسان سان بہ ٿيندو آهي“ جعفر وڏيري کي سمجهائيندي چيو.

”ها سائين! اوهان کي تہ ڏسي رڳو کنگهڪار

ڪيائين، پر اسانکي ڏسي ته ڇچون مرنيندو آهي ۽ آکين ۾ ڪٿي شور وجهندو آهي." دلبر جعفر جي ڳالهه کي وڌائيندي چيو. ڪالهه اوهان جــو ٻچيل نڪر ڪائيندو هو، اڄ پٽ پاڙهيا اٿس، ته پاڻ کي الاجي ڇا ٿو سمجهي." الياس به ڇڙچاگيري ڪئي.

"هن سمجهيو هو تــہ هتان نڪري ڪنهن شهر ۾ ويهندس ته مون کي ڪجهه نه ڪري سگهندا! پر کيس خبر هئڻ گهرجي ته هن ضلعي جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ ويهندو ته اسان کان ڳجهو نــہ رهندو. ڇاڪاڻ جو هن ضلعي جــا چور اسان جي سلامي ڪرڻ ايندا آهن."

حاجي به رهي نه سگهيو باقي هن ضلعي جي حد ٽپي وڃي تــہ پوءِ ڪٿي ــــ " نورل اڃا ڇئي ٿي ڇٽي، آندل سندس جملي کي ڪپيندي چيو "پوءِ به ڪيس سک ۽ سانت سان سمهڻ نه ڏينداسين."

"اڳيم ڪهڙا ڦاڙها ماريا اٿو، جو هاڻي ٽالپاڙون هڻو." وڏيري جوش مان ڏند ڪرٽيندي چيو." ڪيڏيل ڪيل ڏاند، اوهان کي پــاڙي بنائــي ڪسي ويو. حال اٿو اهــي ۽ ڊاڙون ته ڪهڙيون ٿا هڻو." وڏيري سيني کي چيو. سندس آواز بنگلي جي ڇتين سان ٽڪر جي، وري به ويٺلن جي ٿي ڪنن ۾ وڃڻ لڳو.

"سائين، تنهن ڏهاڙي، ته اسان اڃا ڏاند ڪيڏپائي مس، ته دودو سچ ٿي پيو. ڪو هٽيار پنهوار به ڪونه هو. نه ته اسان پهه ڪيس اکهور ننڊ ۾ سمهاري، ڏاند

ڪاهي اچون ها.“ نورل پنهنجي دليري ظاهر ڪندي چيو.
”ڇگو پڌو!“ ماحول تي وڏيري جي انهيءَ جملي
خاموشي طاري ڪري ڇڏي. ”سندس گهر ۾ ڀاتي گهڻا
آهن؟“ ”سائين، سندس هڪڙو پٽ ڪلارڪ آهي، جو
ٻه جوءِ سميت رهندو آهي شهر ۾. سندس ٻيو پٽ جو
ڊاڪٽر آهي، سو به شهر ۾ رهندو آهي. باقي پاڻ،
سندس زال ۽ ننڍڙا ٻار گهر ۾ هوندا. ٻيا ڪهڙا ڀاتي
گهر ۾ هوندس.“ آنسدل دودي جي گهر جو تفصيل
وڏيري کي ٻڌائيندي چيو. ”هان....“، جيئن ڪجهه وقت
وڏيرو سوچڻ جي دڪان تان خريداري ڪرڻ هليو ويو
۽ خريداريءَ بعد نورل کي سڏ ڪيائين ۽ کيس ڪن
۾ ڪجهه چئي ڪيٽ مان به روالور ڪڍي ڏنائين.
آندل نورل ۽ شيرل کسان سواءِ، ٻيا سڀ وڏيري جي
اجازت سان وڃي چڪا هئا. هاڻ وڏيري هنن ٽنهي کي
ڪجهه وقت سمجهائي تاڪيد ڪري موڪل ڏني.

رات ڌرتيءَ تي پنهنجو راڄ قائم ڪري چڪي هئي.
روشنيءَ تي اوندهه قابض ٿي چڪي هئي. اڄوڪي رات
چنڊ کي به آسمان تي چڙهڻ جي اجازت نه هئي. ان
اونداهي ۽ تاريڪيءَ جي عالم ۾ ٽي ڄڻا گهرن مان
ٻاهر نڪتا. ٻه اڳيان ۽ هڪ پويان وڃي رهيا

هئا. اڳين ۾ ڇڻن جا هٿ اڳتي هئڻ مان اهو محسوس ٿي رهيو هو ته سندن هٿن ۾ هٿيار هئا. باقي پوين اڳتي پوئتي ڏسندو، هيڏي هوڏي واجهائيندو، هنن جي پويان وڃي رهيو هو. اهو طويل ۽ خطرناڪ سفر اٽڪل هڪ ڪلاڪ جاري هو ۽ آخر منزل مقصود تي پهچي ويا.

ان رات جي پوئين پهر جي مٺڙي ۽ ٿڌڙي هير سڄي شهر وارن کي ننڊ جي آغوش ۾ سمهاري ڇڏي هئي ايتري قدر جو ان پاڙي جو چوڪيدار به خوابن جي دنيا جا چڪر هڻي رهيو هو. هٿين خالي شيرل کي چوڪيدار جي بندوق ڏيئي، کيس هن جي مٿان پهاري ڇڏين. باقي آندل ۽ نورل روالورن کي مضبوطيءَ سان پڪڙي، دودوي جي گهر طرف وڌيا. نورل در تي بيهو ۽ آندل کي ڪن ۾ تاڪيد ڪيائين ته "ڪو جاڳي ته روالور جي گهوڙيءَ کي لوڏو ڏيئي، ان کي ننڊ ۾ سمهاري به ڪائڻ ڪير ضرور ڪسي اچ". آندل ۽ هٿ دودي جي گهر جي ٻاهرين پٽ تي رکي، تڪڙو تڪڙو اهڙو ڇال ڏنو، جو بنا دير وڃي پٽ تي پهتو. پٽ تان ٿورو اڳتي وڌي، پريان گنديءَ تي پير رکي، هيٺ ٻهه تي ٽپ ڏنائين.

ٽپ ڏيئي، يڪدم پنهنجو پاڻ سنڀاليائين ۽ چوڌاري

هڪ طوفاني نظر وڌائين ڪيس ٻريان زال ۽ مڙس هڪ ڪٽ تي ۽ ٻه ٻار ٻيءَ ڪٽ تـي مـتل نظر آيا، چٽڪ بيجان جسم پيا هئا. اوريان هن پاسي صرف هڪ گهٽون پئي هئي. آندل گهٽونءَ جي ويجهو آيو ۽ ور مان ڇرو ڪڍي، ان جو رسو ڪپيائين. پوءِ گهٽون ڪاهي، اندرئين خالي ڪڙي واري در ڪولي ٻاهر نڪتو ۽ در ڪـي ٻاهران ڪڙو ڏيئي، گهٽون نـورل حوالـي ڪري، پاڻ گهٽونءَ کي هڪليندو هلڻ لڳو.

هوڏانهن چوڪيدار جي مٿان شيرل بندوق ڪنيو بيٺو هو. چوڪيدار جي هڪ پيرو اک پٽجي ويئي، پر مٿان ازغيبي آفت ڏسـي، سجاڳيءَ جـي بجاءِ وڏا ڪـونگهرا هڻڻ لڳو.

آندل ۽ نورل جي وڃڻ بعد شيرل چوڪيدار جـي وات ۾ پتر وجهي هن کي چوڪنيو ٻـڌي، بندوق کڻي هنن سان وڃي مليو. چوڪيدار دل ئـي دل ۾ ڪلمو پڙهيو ۽ چيائين ته، "شڪر آ آفت ٽري ۽ جان ته بچي."

آندل، شيرل ۽ نورل. اڳير ته اڪيلا صرف ٽي ڄڻا هئا، پر هاڻي ساڻـن گهٽون به هئي. ڪجهه وقت پهرين وانگر خطرناڪ سفر پـوري ڪرڻ بعد پيالي وٽ پهتا، جتي سندن انتظار ۾ ڪي همراهه اڳير ئي بيٺا هئا جن

کي وڏيري ڇٽي ڇڏيو هو. هنن گيڙون انهن جي حوالي ڪئي ۽ پاڻ پڪا پڪا پنا وٺي، اچي گهرن پهتا.

صبح جو جڏهن ڪڪڙن بانگون ڏنيون، ماڻهن کي سچ گهڙيءَ جو پيغام ڏنو، تڏهن دودو جاڳيو ۽ گيڙون نه ڏسي، در کولڻ لاءِ وڌيو پر در ٻاهران بند هو. پوءِ هو پٽ ٽپي ٻاهر نڪتو ته گهٽيءَ ۾ ڪيس ماڻهن جو ميڙ نظر آيو، جي ٻڌل چوڪيدار جي مٿان بيٺا هئا. جڏهن ڪيس کوليائون ته پڇيائين ته ڪجهه نه پئي ٻڌايائين پر پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن رڳو ائين چيائين ته ”ٻي چور هئا. منهنجي بندوق به کڻي ويا.“

پيري آيو پير کنيا ويا. پيرا هلي هلي اچي انهيءَ ٻيلي وٽ ختم ٿيا. اڳتي اصل نه وڌيا. گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي، پر گيڙونءَ کي ڄڻ زمين ڳهي ويئي.



# "منزل جي تلاش"

رات جو ٻي ٻجي، پير پير ۾ ڏيئي گهر کان ٻاهر نڪتي، "خبر دار" اوچتي آواز تي هوءَ ڇرڪي ويئي آواز چوڪيدار جو هو." تون هن وقت ڪيڏانهن وڃي رهي آهين؟" چوڪيدار شوخ لهجي ۾ چيو.

هوءَ خاموش کيس تڪي رهي هئي. اوچتو فضا ۾ ٻه فائر ٿيا. چوڪيدار ڀڄي ويو ۽ هوءَ اچي ڪار ۾ چڙهي، جيڪا سندس ماسات موڪلي هئي. راشد جو جو سانس بي انتها پيار هو ۽ عاشي به کيس چاهيندي هئي. پر هنن جي پيار جي وچ ۾ عاشيءَ جو پيءُ ديوار هو ۽ ان ديوار کي ڪيرائڻ لاءِ هنن اهو رستو اختيار ڪيو هو.

ڪار ۾ عاشي ۽ ڊرائيور کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونه هو. هو پنهنجي ڳوٺ کان تمام گهڻو پري نڪري چڪا هئا. ڪار تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهي هئي ۽ جهنگ جهر کي پوئتي ڇڏيندي ٿي آئي. ڪار جي ڦيٿن

ڦرڻ سان گڏ عاشيءَ کي ڪيئن خيال ايندا رهيا. اوچتو بريڪ سنلس خيالن جي گــل دستي کي ٽوڙي ڇڏيو. ڪار آڏو هڪ ماڻهو روالر سان بيٺو هو پرسان موٽر مائيڪل بيٺل هئي رستو بلاڪ ٿيل هو.

عاشي ڪار ۾ ويٺي رهــي ۽ ڊرائيور دروازو کولي ٻاهر نڪتو. "ڪير آهيو؟" ٻهت ٻڏل شخص ســواليه انداز ۾ چيو "ڏسو! سچ نه ڳالهايو ته سان پوليس کي اطلاح ڪندس." ڊرائيور تي خوف طاري ٿي ويو ۽ هن سچ ڳالهايو.

"جي .... هي ڪار راشد صاحب جي آهي ۽ هن مونکي موڪليو هوته مان عاشيءَ کي ڪٽي اچان."

"هان تون هن عورت کي پڇايو ٿو وڃين. آءٌ هينئر ئي پوليس کي اطلاح ڏسو ڪريان." ڊرائيور جو هٿ ازخود ڪيسي ڏانهن وڌيو ۽ جلدي واپس آيو پر خالي. هي اهو ڏسي دنگ رهجي ويو ته سندس روالور هن ماڻهوءَ جي هٿ ۾ هو. "اهو ماڻهو ڪير آهي؟ ڪيڏانهن آيو؟ شايد اختر هجي فائر جي آواز تي اچي اڳ ورتو ائس. پر سنهنجو روالور هن وٽ ڪيئن آيو؟ شايد فائر ڪرڻ وقت تڪڙ ۾ عاشي آئي ۽ مــان ڪار کي اسٽارٽ ڪري هليو آيس. اتــي ڪريو هجي ۽ پوءِ هن کنيو

هجي." سندس خيالن جو چمن ڪڙي ويو.

"هل هلي گاڏيءَ ۾ ويهه ۽ پڌ! پنهنجي جي ڪوشش ڪئي اٿيئي ته سهريون گوليون تنهن جي سيني ۾ لهنديون."

"ها .... ها .... پر .... هلان ڪيڏي؟"

"پوليس اسٽيشن تي" تو .... توته .... ڇيو ...."

"بڪواس بندڪر. سڌو ٿي هل."

ڪار ۾ سندس لونڊڙيءَ تي روا ور زڪيل هو. ڇو لاڪي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿيئي ته سنهن جو نالو اختر اٿيئي." ڪيس هليو عاشيءَ بيان ڏنو ته "راشد مان مان پنهنجي رضا خوشيءَ سان شادي ٿي ڪريان."

جج صاحب کين اجازت ڏني. اڄ هوهڪ نئين محاذ تي پير رکي رهيا هئا. اڄ هنن پنهي جي پيار جي وچ ۾ جا ديوار هئي، سا ٽٽي چڪي هئي. اڄ هنن هٿن تي لال ميندي لڳل هئي. اڄ هو پنهن جي منزل تي پهچي چڪا هئا، جنهن جي تلاش ۾ هنن ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيا هئا.

# تنهنجو انتظار آ ....

”مينا!! تون منهنجي محبت جو نشانو تڏهن بڻجي هئينءَ، جڏهن مان ڪچڙي عمر ۾ ويٺو هيس ۽ اتي هڪ دوست مون کي چيو هو ته ”تنهنجي شادي پاڙي واري مينا سان ٿيندي.“ مون هن کي پڪ ڏياريندي چيو هو ”ته تون بلڪل غلط ٿو چوين، ڇاڪاڻ جو مينا ۽ منهنجي وچ ۾ ذات جي هڪ تمام وڏي ديوار آهي، جنهن کي اسان جيترو ڊاهڻ چاهينداسين، اوترو ئي هو بلند ٿيءَ ڏانهن وڌندي“ ويندي“

پر مون وارو دوست بي وائي نه واري، رڳو ويٺو چوي ته ”تنهن جي شادي پاڙي واري مينا سان ٿيندي.“ هن جي مون سان شادي ٿي نه ٿي سگهي، ان جو بيو سبب اهو آهي، جو مينا مون کان وڌيڪ پڙهيل آهي ان ڪري به هوءَ مون سان شادي نه ڪندي.“ مون هن سان تمام گهڻو بحث ڪيو. پر هو وري به چوي ته ”تنهن جي شادي مينا سان ٿيندي.“

”مون پنهنجي والدين کي به دفعا مينا جي سنگ لاءِ هن جي سائنن ڏانهن سوکليو آهي، پر هو نٿا مڃين.“ مون پنهنجو آخري دليل سند ۾ آڏو پيش ڪيو. پر هو چوي ته، ”تنهنجي شادي سينا سان ٿيندي.“

منهنجي دوست جي هر هر انهيءَ ورجايل جملي، مون تي اهڙو اثر ڪيو، جهڙو بجليءَ تي پاڻي. مون ڪاوڙ مان ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ چيو ته ”چڱو هاڻي بڪ بند ڪر، ڪنهن مقصد واري ڳالهه ڪي وٺ“ پر هو ڪنهن ٻيءَ ڳالهه ڏي وڃڻ ئي ڪونه. چيائين ته ”چڱو، اگر اها شادي ٿي ته پوءِ مٺائي ڪارائيندين؟“

”ها! ها! ڪوڙ مٺائي، جئين ته هيٺئر ئي ڪارايانءِ پر رڳو مات ڪري ويهه.“ مون ڪيس چيو.

پوءِ هو خاموش ٿي ويو. شايد ڪاوڙ جي ويو هو، جو وري مون سان اصل نه ڳالهيائين. بلڪل خاموش هوندو هو. هڪ ته ڪچهريءَ تي ايندو ئي ڪونه هو اگر ايندو به هو ته مون کان پري پري رهڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

مان سوچن جي دنيا ۾ گم هوندو هوس. هر وقت مينا منهنجي خوابن جي شهزادي بنجي گفتگو پيئي ڪندي هئي. هڪ رات مون اهو واقعو دهرائيندي چيو ته

ڪڏهن تہ تون اسان وٽ پرت پرڻ ايندي هئينءَ. هڪ ڏينهن جڏهن سڀ ساٿ شاديءَ تي ويا هئا، تڏهن تون آئي هئينءَ. گهر ۾ مون ۽ تو کان سواءِ ٻيو ڪير نہ هو. ان وقت سون تو سان محبت جو اظهار ڪيو هو ۽ تو بہ محبت جو جواب محبت سان ڏنو هو.

مون پنهنجي محبت جو اظهار، پنهن جي ماءُ سان ڪيو هو. جنهن پهريائين تہ گهڻ وڏ ڳالهايو پر وري بہ پنهنجي اڪيلي ۽ ڪيلڏي پٽ جي گهڻي اصرار تي، تنهن جي گهرٽيون ڏنءُ آئي ۽ تنهن جي ماءُ سان ڳالهايائين جنهن پنهنجي ماءُ جي گهڻي اصرار تي مجبور تہ ٿي پر ڪجهہ وقت جي مهلت گهريائين تہ جيئن تنهن جي پيءُ سان ان باري ۾ ڳالهائي سگهي.

مان ان وقت خودڪشيءَ جي راهہ تي پهتو هوس جڏهن تنهن جي والد تنهنجو سنگ، مون کي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. تنهنجي وڏي مهرباني جو تو مون کي سول مئريج جو يقين ڏياريو ۽ مون کي خودڪشيءَ جي راهہ تان هٽايو پر مون سان تي ڪئي ۽ ڇهہ تہ وڪالت جو امتحان ڏيڻي وڃان تہ پوءِ .... .... ....

پر اها خبر نہ هئي تہ منهن جي وڃڻ کان پوءِ آسمان ۾ ڏرٿلو پيدا ٿيندو ۽ زمين ۾ زلزلو ايندو. جيڪو

منهن جي آسن ۽ اميدن کي غرق ڪري ڇڏيندو. اڄ ڇڏهن امتحان ڏيڻ بعد واندو ٿي ڳوٺ آس تہ خبر پيئي تہ تون هڪ اهڙي شخص وٽ وڪامي ويئي آهين، جيڪو تنهنجي پيءُ جيڏو آهي.

مون پڇيو تہ "تنهنجي ان سان شادي ڇوڪرائي وياي؟" ان جو جواب اهو مليو تہ "هو دولت مند هو." تنهنجي والد کي هن ايترا پئسا ڏنا، جن جي عيوض، تنهنجي احساسن کي مٽي ڪاتيءَ سان ڪٺو وينو. دولت، خاطر سڀ رشتا وساري، تنهنجي انهن هڪ پيءُ جيڏي سان شادي ڪرائي ڇڏيائين. ان دولت تنهنجي پيءُ جي اکين تي پٽيون ٻڌي ڇڏيون.

مون کي اڄ بہ ان دوست جا چيل اکر ياد ٿا اچن تہ "مينا جي شادي تو سان ٿيندي". مينا! اڄ بہ مان تنهنجي انتظار ۾ آهيان تہ ڪڏهن ٿا ان دوست جا اکر حقيقت جو روپ وٺن ۽ ڪڏهن ٿي تون اصلي مينا بڻجي، نوڙن ۽ دنيا جي رشتن جا قيد ٽوڙي، اڏامندي مون وٽ پهچين. مون کي اڄ بہ تنهن جو انتظار آهي مينا!....

# "عشق ۾ گهاري"

هوءَ ڪالهه اسان وٽ آئي هئي. هوءَ ڏاڍي چلولي ۽ چنچل هئي. سهڻي اهڙي هئي، جهڙو سنڌڙي انب. سنڌس نڪ گدرري جي ڦار جيان، اکيون گول گول ۽ وڏڪريون، جهڙيون هرڻيءَ جو اکيون، چپ گلاب جي گل جهڙا گلابي ۽ ڳل، انهن جي تہ ڳالهہ ئي نہ ڪر جهڙا ڳاڙها صوف.

ڪاليج ۾ ويهڻي سوڊن جي تيز تيز ڦرندڙ ڦيٿين هيٺان چيائنجي رهيو هوس. ساران سنڌريل گهراڻي جي هڪ لکيل پڙهيل عورت هئي پر جهيڙا ۽ فساد هن ظالم معاشري جو ناسور ئي هوندا آهن. ائين ساران جي پڻ يعني سنهن جي چاچي آنڌل جيءَ به اسان سان، ڏاڍي مرحوم جي وفات بعد زمين جي معاملي ۾ جهيڙو ٿي پيو. جهيڙو وڏو تہ ڪونہ هو پر تڏهن به اچڻ وڃڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند هو. پورا اٺ سال جهيڙو هليو. آخر چڱن مٺن سس وچي ڏاهــ ڪرايو.

چڻ ڪشمير جو مسئلو حل ٿي ويو.

ڏاهم بعد هو اسان وٽ پهريون دفعو آيا هئا. مان جڏهن ٻارهن سالن جو هوس، تڏهن ڪان اچڻ وڃڻ بند هو. ان وقت مون ڪيس ڏٺو هو، تڏهن تہ مون کي هڪ رواجي ڇوڪري لڳي هئي ۽ هاڻي .... هاڻي تہ هوءَ مومل بڻجي ويئي آهي. مون کي جڏهن اها خبر پيئي تہ هاڻي هوءَ اسان جي گهر ۾ رهندي ۽ پڙهندي بہ هتي، پوءِ تہ مان ايترو خوش ٿيس، جنهن جو مثال نہ ٿو ملي.

مان ماءُ پيءُ جو اڪيلو پٽ آهيان. بابا بئنڪ ۾ ۾ ڪلارڪ آهي. مڙوئي وقت مٺو پيو گذري. مان ڊاڪٽريءَ جي ٽئين سال ۾ پڙهندو آهيان.“ منهنجي دل اڄ چاهي ٿي تہ ”سندڙي انب سان بہ ٻول ٻولجن.“ پر وات ست ئي نہ ٿو ساري. آخر زبان کي گهڻين آزين ۽ نيزارين ڪان پوءِ ڪجهہ ڳالهائڻ جي لائق بنايم جڏهن هوءَ ڪاليج ڪان موٽڻ وقت گهرجي در وٽ ملي تڏهن زور سان ڪري سائس ڳالهايم سا .... ران! .... خوش آهين .... !.

ناڪام جملي ڳالهائڻ ڪان پوءِ ائين محسوس ڪري رهيو هوس تہ جڻ ايورسٽ چوٽي سر ڪري آيو هجان.

”جي .... شڪر آ .... اوهان جي دعا ڪري“ اهي لفظ
ائين چئي وئي جڻ پاڻي ٿي ويئي.

مان ته هر وقت تو کي دعائون ڪندو ٿو رهان. اهو
وقت ياد نه اٿم جنهن وقت تو لاءِ قادر ڪُن ڪرم
نه گهريو اٿم. مان ته هر وقت هر گهڙي - هر پلڪ
.... هر ساعت .... هر پهر ........“

”بس .... بس .... بس .... مهرباني“ منهن جي
جملي کي ويرانيءَ جي رڻ ۾ رولي، ائين چئي اندر هلي
ويئي. مان ڳالهائڻ ۾ ائين شروع ٿي ويس، جيئن
رڪشا جو ميٽر.

”بس - بس - بس - مهرباني“ اهي لفظ هر هر منهنجي
دل جي ٽيپ رڪارڊر تي وڄي رهيا هئا.“

مهرباني منهن جي ڪهڙي؟ مهرباني ته تنهن جي
آهي، جو تون مون کي پنهن جي منٺن ۽ محبت ڀريل
لفظن سان نوازيو آهي. مان ساڻس فري ٿيڻ جي ڪوشش
ڪندو هوس پر سمجهان ٿو ته هوءَ مون کي ايترو نه
ٿي ڀانئي جيترو آءٌ کيس!:

ان ڏينهن منهنجي دل کي جهٽڪ لوهه جو وڏاڻ
لڳي چڪو هو. مون ائين سمجهيو ته مون کي ڪنهن
اوچي چوٽيءَ تي چاڙهي هيٺ ڌڪو ڏنو ويو آهي،

چاڪاڻ جو مون ڪيس اڪبر سان گڏ خرداي ڪندي ڏٺو هو.

هن کي ڏسي منهن جي سن ۾ عجيب قسم جي گهٽ پيدا ٿي. مان گهٽ کان جان ڇڏائڻ لاءِ گهر ويس پر منهن جي دل اداس هئي. من ويا ڪل هو. پاڻ کي گهر ۾ بلڪل اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳس گهر ۾ سڙو نه آيو. ٻاهر نڪري آيس. ٻاهر ڪئين ماڻهو اچي وڃي رهيا هئا پر مون کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ سڄي دنيا ۾ اڪيلو آهيان، اڪيلو.

جنهن به "جوڙي" تي نظر ٿي پيم ته ائين ٿي سمجهم جيئن اڪبر ۽ ساران. مون کي هن دنيا کان نفرت ٿي پيئي سخت نفرت مان شهر جي هڪ ٻاهرين هوٽل تي اچي ويٺس. سڄي هوٽل ماڻهن سان پريل هوندي به مون کي خالي نظر اچي رهي هئي. بيري کي ٿڌي جو آرڊر ڏنم بوتل پي، بل ڏيئي هوٽل کان ٻاهر آيس. اڄ سون کي هوٽل مان ڪوبه مزو نه آيو، ان ڪري وري گهر ڏانهن به رخ ڪيم.

گهر جي در ٽپڻ سان هن تي نظر پيم. منهس ويجهو اچي پنهن جي حال کان واقف ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم

"ساران! .... سان .... سان .... توسان محبت ٿو
ڪريان .... ساران!"

"ها، سڪندر! مان به تو سان محبت ٿي ڪريان"

سندس ان جواب مون کي سان ايترو ته خوش
ٿيس، جو اصل ڪپڙن ۾ ني نه پئي ماپيس ۽ اڪبر
سان هن جو گڏ وارو منظر وهم ثابت ٿيو. ساران کي
اسان وٽ رهندي، ڏيڍ سال کن ٿي ويو هو. مون چاهيو
پئي ته هوءَ ۽ مان پنهنجي زندگيءَ جا به همسفر مسافر
بڻجي منزل مقصود تائين پهچڻ لاءِ ڪوشش ڪريون.

اڄ جيئن ئي ڪاليج مان واپس آيس ته "تار"
پيئي هئي، منجهس لکيل هو ته "ساران جلدي پهچي
وڃ". ساران ته ان ئي ڏينهن گوٺ هلي ويئي. پر
منهن جي دل ۾ ڪئين خيال آيا ۽ ويا ٿي. بلڪل
ائين جيئن واپڊا وارن جي بجلي هر گهڙيءَ ايندي ۽
ويندي آهي .... منهن جي دل تي ان تار تلوار جهڙو
اثر ڪيو. مون کي ڪٿي به آرام نه آيو.

نه گهر ۾، نه ڪاليج ۾ نه هوٽل ۾ .... ڪٿي
به نه !!

دل بهلائڻ لاءِ دوست اختر ڏانهن ويس. اختر مون
کي بس اسٽاپ تي مليو. وڃي هوٽل ۾ ويٺاسين. چيائين،

”يارا خبر اٿئي تہ اڪبر جي شادي ٿي رهي آهي.“

”ڪنهن سان؟“ عجب ۽ سواليہ انداز ۾ پڇيو مانس. ”يار هوءَ ڇوڪري ڪانہ هاٿي آئي آهي خانواهڻ واري، ان سان.“ طنزيہ مرڪ مرڪندي چيائين

ائين لڳو، جيئن ڪنهن منهنجي مغز کي هٿوڙي جو ڌڪ هنيو. ڇرڪ ڀري، پاڻ سنڀالي، ويس ”تو کي ڇا ڏيو؟“ عجب ۾ پوندي چيائين.

”هان، مون کي؟ سونکي ڇا ڏيندو“. ٺٺائيندي چيم.

”ڇڱو ڇڏ ڳالهين کي .... هل .... هلون“

گهر آيس. اما چيو ”ابا، ڪارڊ آيو اهي.“

”ڦاڙي ڇڏ انهيءَ ڪارڊ کي“ ڪاوڙ منجهان چيم. پر وري دل ۾ خيال آيو تہ ستان مون لاءِ ڪا ڳالهہ هجي. پڙهڻ شروع ڪيم.

برادرم بهرام خان!

جيئن تہ منهن جي ڌيءُ جي شادي هڪ چڱي خاندان جي فرد اڪبر سان ٿي رهي آهي، ان ۾ شرڪت جي اوهان ڀائرن کي دعوت ٿي ڏجي تہ تارخ ٦ آگسٽ تي ضرور بہ ضرور پهچي ويندا، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ تي وهانءُ آهي وڌيڪ احوال روبرو ڪنداسين.

اوهان جو ڀاءُ

آدل خان

دل چيو ته ڪارڊ ڦاڙي ڇڏيان، پر! بابي جي ڊپ کان رکي ڇڏيم. ڏينهن گذرندا رهيس. جونئين تاريخ آئي بس ۾ سوار ٿي خانواهڻ پهتس. سڄو پاڙو رنگا رنگي جهنڊين سان جرڪي رهيو هو، پر منهن جو اندر وري آگ ۾ جرڪي ۽ پچري رهيو هو. گهنٽي وڄايم. ننڍڙو جاويد نڪري آيو. ساڻس گڏ جي اندر ويس. اندر اچڻ مهل منهن جي دل چيو ته ”خودڪشي ڪريان منهن جي محبت منهن جي اکين اڳيان انجي ۽ ماز.... مان خاموش تماشائي بنجي ويٺو ڏسان.“ پر ظاهر ۾ پاڻ کي خوش ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس.

بورچيخاني ۾ هوءَ مون کي اڪيلي نظر آئي. تکو تکو سندس ويجهو اچي چيم ته ”چا اڪبر سان تنهن شادي، تنهنجي جي رضا خوشيءَ سان ٿي رهي آهي؟“ شرميلي انداز ۾ چيائين ”ها“ ”پوءِ تو مون کي دوکو ڇو ڏنو“؟ مان جذباتي ٿي ويس.

”دوکو“ اکر ٻي رور ڏيندي چيائين.

”ها، دوکو .... دوکو .... دوکو ۽ ها اهو به ”مون تو کي کهڙو دکو ڏنو؟“

تو مون کي چيو هوته ”مان تو سان محبت ٿي ڪريان“

ها!. محبت ته مان تو سان اڄ به ڪريان ٿي.

پر حقيقتي ۾ پائيءَ واري."

منهنجو سر چڪرائجي ويو. آءُ سمجهي رهيو هوس
تہ جڻ منهن جي دل دڪ دڪ جي عوّڏال ڪري رکي
آهي. سارو گهر ڦرندو نظر آيم. پوءِ ڪنن تي هٿ رکي
سندس ڪنهن بہ آواز ٻڌڻ کان سواءِ تيز تيز قدمن سان
گهر کان ٻاهر نڪري آيس.

# "سرندا سريا گيت گونجيا"

اڄ اُنهيءَ گهر ۾، جتان هر روز هلڪا هلڪا ٽهڪڙا اڀرندا هئا ۽ پيار، محبت جون ڳالهيون ٿينديون هيون، اتان اڄ پيار جي گيتن، محبت جي ڳالهين ۽ هلڪن هلڪن ٽهڪڙن بجاءِ، هلڪا هلڪا سڏڪا اچي رهيا هئا. رُئڻ جو آواز اچي رهيو هو ۽ ڪنهن مهل ٽڪي ٽڪي هلڪن هلڪن ڦهڪن جو آواز پڻ. "شايد منظور کي اڄ وزم ڪونه مليو آهي، ان ڪري منهن جي لاچائيءَ کي ماري رهيو آهي." سو ن کي خيال آيو. اهي هلڪيون هلڪيون چيخون سنهنجي پڙهڻ ۾ خلل وجهي رهيون هيون.

منظور پاڙيسريءَ سان گڏ، منهن جو گهرو دوست به آهي. هو پرٽيل آهي، ڪيس هڪ نيٽي به آهي هن جو پنهنجي زال سان تمام گهڻو پيار آهي، پر جڏهن ڪيس وزم نه ملندو آهي، تڏهن پيار وسري ويندو اٿس. هو ڊرائيور آهي. شهر جي هڪ مشهور ۽ ڪنجوس واپاريءَ جي ڪار هلائيندو آهي. هفتي ۾ هڪ ٻه دفعو پنهنجي گهر ايندو آهي.

جڏهن ٻه گهر ايندو آهي ته هنن ٽن ڀاتين لاءِ ڇڻ عيد ٿي ويندي آهي. پر هوءَ ٻه جي منظور نه هوندو آهي ته ڀاڄائي حميدان ۽ سندس ڌيءَ حسينا پيار جا گيت ڳائيندي رهنديون آهن.

"ٺڪ .... ٺڪ .... ٺڪ" اوچتي درجي کڙڪي، منهنجي سوچن جي لغڙ کي ڪاٽا ڪري ڇڏيو. اٿي وڃي دروازو کوليم. سامهون منظور بيٺو هو ۽ اندر اچي ڪرسيءَ تي ويٺو. "دلبر! آهي ڪا ڪاڏي ٻيٽي جي شيءِ يا نه"؟ اچڻ سان سوال ڪيائين.

"مون ته اڃا ڪجهه به نه تيار ڪيو آهي." "ڇو ڀلا"؟ سوال پڇيائين "بس يار ڇا! ڪريان ناول وٺي پڙهيم. سوچيم ته اڳو پرو پڙهي، پورو ڪري، پوءِ ٿي ڪاڏو تيار ڪجي."

"اوه! پوءِ ته ڏاڍو سٺو .... وڏي ڳالهه! اڄ ڇانور ڏي ته تنهنجي ڀاڄائيءَ کان ٽا تيار ڪرايون. پوءِ گڏجي ٽا کائون." "واهه! ادا واهه!! پريان ڏهي ۾ ڇانور پيا اٿئي، ڪٿي هاڻي تيار ڪراءِ. مان ناول پورو ڪري اچان ٿو." هو ڇانير کڻي گهر ويو ۽ ڪجهه وقت بعد وري آيو ۽ چيائين ته، "ساجن! ٻڌ ڀلا!! آهي ڪو وزم ٻزم"

”يارا مون کي پيندو ڏنو اٿيئي ڇا؟ جو مون کان ٿو گهرين! گهر وڃي انهن کان جڪي پيندا ڏجن.“ منهنجي جواب سندس وائيسر ڦيرائي ڇڏيا. آخري سهارو سمجهي مون وٽ آيو هو پر مون به کيس نا اميد موٽايو.“ مان سوچڻ جي اڌند ڪڙائيءَ ۾ چڙهي سير سفر ڪرڻ لڳس ”ان شايد کيس هڪ نه پر پنهن ڇڪن جي بک آهي. هڪ مانيءَ پي وزم جي. ان ڪري نسي اچ پڄائيءَ کي ماريو اٿس“.

سوچڻ جي کوه ٽان مٿ پرڻ وٺس. ”منظور هڪ ته منهنجو پاڙيسري آهي ۽ ٻيو ته دوست، ان ڪري کيس ڪو ڏم هٽايان؛ نه ته هيلوڪي عيد سندس بنا خوشيءَ جي گذري ويندي.“ اهو سوچي کيس سڏ ڪيم. ”منظور“ ”جيءُ“ هن چيو. ”هيڏانهن ته اچ“ هو پريان ڦري آيو. کيس چيم: ”پلا پلا! اگر توکي وزم وڄم ڪرايان ته پوءِ .... ....“ ”پوءِ ته ٻهاريون ڏيو ويندين اٿئي ڇا؟

”ها .... .... ڏررڙو!“ ”پوءِ ڏي نه پلا!“

”انهن ڏوروئي ڏيا!“ مون بکئي ڪندي چيو.

”يار، پڌاءِ نه، ڏورو ڪر. مون تي مهرباني ڪر.“

”هڪ ڳالهه جو وعدو ڪر ته پوءِ!“

”وعدو“ عجب ۾ پوندي چيائين.

”ها .... وعدو“ ....“ چيم.

”ڪهڙو؟“ پڇيائين.

”اهو تہ تون ٻاچائيءَ کي ڪڏهن نہ ماريندين“

”نہ بابا نہ!“ اهو وعدو ڪيئن ٿو ڪري سگهان.

”ڇگو هڪ ڳالهہ ٻڌ!“ ”ڪهڙي ٻڌاءِ!“

”اگر عورت کي ائين ڇڏي ڏبو، تہ هوءَ مٿي تي چڙهي ويندي. توکي خبر آهي تہ عورتن طوفان مطالبا ڪيا ٿا وڃن، تہ کين مردن جيترا حق ڏنا وڃن. هاڻي تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ، تہ جي چپ ڪري ويهبو تہ پيڙو نہ ٻڌندو ڀيو ڇا ٿيندو.“ پسانڻ مالڪ بنجي مون کي نصيحتون ڏيئي سمجهائڻ لڳو.

”اهو تہ صحيح آهي پر تون سوچ نہ، تہ جيڪڏهن تنهنجي يا منهنجي پيءُ کنهن کي ڏنل هجي ۽ ان کي سندس مڙس تو وانگر مارون ڏئي تہ امان کي ڪهل ڪونہ ايندي.“ مون کيس سمجهايو.

”ڪهل ڇونہ ايندي؟“ تڪڙ ۾ ڇيائين.

پوءِ ڏس! ٻاچائي بہ سهيل جي پيءُ آهي نہ؟ اگر هوءَ بہ پنهنجا سور ان کي ٻڌائي تہ کيس ڪيڏو نہ ڏک رسي. پر هوءَ سهيل کي ٻڌائي ئي نہ ٿي متان پاڻس کي ڏک نہ رسي.“

”ها يار! تون ٺيڪ ٿو چوين.“

”اگر ٺيڪ ٿو چوين، ته وعدو ڪر ته اڳتي ٻاجهائيءَ ڪي نه ماريندين! مون ڪانئس وعدي وٺڻ لاءِ زور ڏيڻ ٿي چيو.

مان ڪڏهن وعدو ٿو ڪريان ته اڳتي تنهجي ٻاجهائيءَ ڪي ڪڏهن به نه ماريندس پاڻ هار قبوليندي چيائين.

مان تنهنجي ان قدم تي بيحد خوش ٿيو آهيان، منظور ..... .....!“

ائين چئي اسان هڪ ٻئي کي ڪٽي پاڪر ۾ ورتو.

”هاڻي پلا ان خوشيءَ ۾ وزم ته ڪرائينم!“

”ها ڪوڙ وزم“ ائين چئي، مان اندر ڪمري ۾ ويس ۽ اتان اهو رکيل وزم کيس ڪڍي ڏنم جو ٽيون ڏينهن ڪي دوست آيا هيا جن وزم حصا ڪري؛ پنهنجو پنهنجو حصو چڪيو هو پر مون پنهنجو حصو رکي ڇڏيو هو. وزم ملڻ ڪري هو ڏاڍو خوش ٿيو. جڏهن دم لڳائي موج ۾ آيو، تڏهن چيائين ته ”هاڻي بک لڳي آهي؛ جانور تيار هوندا هل ته هلي انهن سان وڙهت ڪريون.“

ٻئي اٿي. هن جي گهر آياسين؛ جتي ٻاجهائيءَ جانور تيار ڪري ڇڏيا هئا. اسان چارئي ڇٽا کائڻ کي جنبي

ويا سين. اُن وقت هڪ ڀيرو وري اُن گهر ۾ ٽهڪڙو مچي
ويو جنهن گهر ۾ ڪجهه وقت اڳ غمن جا ٻادل
ڇانئجي ويا هئا. پر هاڻي اتي خوشي اهڙي اچي وئي
هئي، جيڪا ڪڏهن به ڪٿي نه ڏٺي سگهي. اُن گهر
۾ لازوال خوشي. ساڳيا پيار جا سرندا سريا ۽ سچپت
جا گيت الاپيا ۽ وري ساڳي عيد ٿي وئي.

## "هڪ ڏڪ سان ......."

تازو سرڪار جو حڪم ٿيو، سرڪاري ڪاسٽني ۽ پراڻا دڪان ڊهرائي انهن جي جاءِ تي نوان ۽ پڪا دڪان ٺهرائي ڏيڻ جي رٿ منظور ڪئي. پهريان ٻه هفتا ڪن تم مالڪن پئي پراڻا دڪان ڊهرايا. جڏهن دڪان ڊهي ويا، ميدان صاف ٿي ويو ته ڪجهه عرصي بعد ٺيڪدار آيو ۽ اچي ان جاءِ واردات جو معائنو ڪيائين. پئي ڏينهن وري هڪ ٽرڪ آئي، جنهن ۾ پڪيون سرون پيل هيون. سرن کي ڏسڻ سان ائين سمجهه ۾ پئي آيو ته سڀئين پڪل سرن جي ورکري ڪان پوءِ باقي بچيل ڪاڪوڙ ڪوڪوڙ ۽ ڪنيون سنيون سرون ٽرڪ ۾ آهن.

هڪ ته اڳيئي سرون پڪل نٿل، اڌ ڪچيون اڌ پڪيون. ڏهه ڏهه سرون هڪ پئي سان ڳنڍيل، پوءِ وري ٽرڪ مان مزورن جي سرن اڇلائڻ جو انداز بلڪل ائين هو، جو سرون سندن ڪنهن جاني دشمن جون هجن.

مون سوچيو تہ ”انهن ڍڳل مڳل ۽ ڳنڍيل سرن مان وري ڪهڙا نوان ۽ پڪا دڪان ٺهندا“؟ پر ڪجهہ هفتن جي طويل انتظار بعد منهن جو اهو خيال غلط نڪتو. ڇاڪاڻ تہ ان ڏينهن ڪجهہ مزدور آيا هئا، جن جي هٿن ۾ ننڍڙيون ننڍڙيون هٿوڙيون ۽ هٿ جي آڱرين تي ربڙ جون وڏڙيون چڙهيل هيون ۽ اڃڻ مان سرن کي وٺي ويا. هاڻي ٺ ن جي دماغ جا دروازا کليا ۽ صحيح ساڄهہ پيئي تہ هي ڪنيون ميئون سرون پيچي، فرش ۾ هڻندا، ساڳئي قسم جي پڪين سرن جي هڪ ئي ٺرڪ پهچي ويئي. هاڻي تہ مزدور بہ وڏي ويا هئا ۽ سرن کي هٿوڙين سان ڪٽي، ٺڪر ٺڪر ڪري رهيا هئا.

اوچتو هڪ ڏينهن ٺيڪيدار ڪم جو جائزو وٺڻ آيو. مزدور بہ جيئن ئي ڪم ڪري رهيا هئا، تيئن ئي معاينو شروع ڪيائين پهريون مزدور:- هن مزور کي اس ڪان بچڻ لاءِ هڪ اڇي غريباڻي ٽوپي پاتل هئي. هٿ جي پنجن مان ٽن آڱرين تي ربڙ جون وڏڙيون چڙهيل هيس. نيري خميس ۽ موٽي ڪپڙي جي گوڏ پهڙل، پلٽي هنيون آهستي آهستي سرون ڪٽي رهيو هو.
”ڪم“ ٺيڪيدار جي وات مان نڪتو.

ٻيو مزدور:- شايد هيءُ مزدور تمام گهڻو غريب هو. انگوشي جي گوڏ ڇڏل، ڄاگوڏن کان مٿي کيس مس ڍڪي رهي هئي. مٿي اگهاڙو شايد ٽوپيءَ لاءِ ٻه ونس پئسا ڪين هئا. بت ٻہ اگهاڙو هوس. اوڪڙو ويهي، سرون ڪٽي رهيو هو.

”گڊ“، ٺيڪيدار فرمايو.

ٽيون مزدور:- هي مزدور شايد ٻهرين ٻن جيان غريب نہ هو. سندس مٿي تي سنڌي ٽوپي، بت تي گنجي ۽ ڪائنچ پاتل هيس. هي ٻہ پنهنجي ڌن ۾ مگن سرون ڪٽي رهيو هو.

”گڊ“ ٺيڪيدار صاحب وڙڪيو.

چوٿون مزدور:- هي مزدور تمام ڪراڙو هو. سندس هٿن تي رڳون جون ويڙهيون ٻہ چڙهيل ڪين هيون. شايد ڪم ڪري ڪري هري ويو هو. هن جي نرڙ تي سندس قسمت جون لڪيرون اڪريل هيو. جن مان سندس ڦٽل نصيب بابت سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ اچي رهيو هو. هن جا هٿ ٻين سڀني مزدورن کان تيز هلي رهيا هئا. سندس هٿن ۾ سرون جلدي جلدي مٽجي رهيون هيون. کيس صرف ڪائنچ پاتل هئي باقي لڳ سڀ اگهاڙا هيس. گهڻي ڪم ڪرڻ ڪري، پگهر سندس لونڊڙين وٽا نيسارا ڪري

وهي رهيو هو.

”ويري گڊ“ ٺيڪيدار ٻين سيني ڏانهن اک ٽيٽ ڪندي چيو.

ٻين ڏانهن اک ٽيٽ ڪرڻ سان ٺيڪيدار کي هن ڪراڙي ۽ ٻين نوجوانن ۾ ڪجهه فرق محسوس ٿيو. هڪ ته ڪراڙي جي ٻڪل سرن جو ڍڳ ٻين جي ڍڳن کان وڏيڪ وڏو هو. ٻيو ته هن ڪراڙي جي هٿ ۾ جيڪا سر آئي پئي، سا هڪ ڌڪ ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٿي ويئي. جڏهن ته ٻين جي هٿن ۾ ڏهن ڏهن ڌڪن لڳڻ جي باوجود سر مڪمل طرح نه ٿي ڀڳي. ٿيون ته جيڪا سر ٻين کان نه ٿي ڀڄي اها هو وري هن ڪراڙي ڏانهن اڇلائي رهيا هئا.

اڄ ٺيڪيدار صاحب کي پهريون ڀيرو ڏاڏا ۽ سچي گيهه ۾ فرق محسوس ٿيو هو. ڏاڏا ٿي پليل اڄ جا نوجوان ڏهن ڌڪن سان هڪ سر به ڀڃي نه ٿا سگهن پر اڳئين جڳ جا سچي گيهه تي پليل پوڙها، جن جي ڏورن ۾ ايتري تہ طاقت آهي، جو هڪ ڌڪ سان سچي سر کي ڏهه ٽڪرا ڪري ڇڏين.

سندس دل ۾ نوجوانن ۽ پوڙهن ۾ فرق بابت مٺيان لفظ ور ور ڏيئي گونجڻ لڳا. ”واقعي ڏالڊا، ڏائڊا آهي ۽ سچو، سچو آهي“. ائين چئي صاحب پنهنجي وڪ کي وڏايو ۽ جائزو وٺندو رهيو.

# "پڱي ڪڏي پساهه ........"

"سان ڇري آهيان؟" پنهنجو پاڻ ڪان سوال پڇي ٿي.
"نه نه! بلڪل نه!! ائين نه آهي.... سان ڇري
نه آهيان". پنهنجي سوال جو جواب پاڻ ئي ڏئي ٿي.
"پر ماڻهو ڇو چون ٿا." وري به پاڻ ڪان ساڳيو ئي
سوال، "ماڻهن ڪي ڇوڻ ڏي. سندن وات ڪي ڪير
تالا هڻندو؟"

شهر ڪان پري، تمام پري هڪ ڪڪائين پونگيءَ
۾ ويٺي، سوچي نه رهي آهي ۽ پنهنجو پاڻ ڪان سوال جواب
به ڪري رهي آهي. "اوهه، منهنجي جگر جا ٽڪرا
ارشد! تنهنجي ڪري سون ڪي ڪيترين نه تڪليفون
سهڻيون پئيون آهن، پر سان تڏهن به خاموش آهيان.
پت جيان، پر تون.... تون نه ايترو سخت دل ٿي ويو
آهين، جو پنهنجي ماءُ ڪي به منهن نٿو ڏيڪارين!"
سوچيندي سوچيندي سندس اکين آڏو ماضي ڦرڻ لڳو.

جڏهن هنن شادي ڪئي هئي، تڏهن هو ڪيترو نه

خوش هئا. ڇاڪاڻ جو سندن شادي سندن چاهت مطابق ٿي ٿي هئي. ساجن وچولي طبقي سان تعلق رکندو هو، اجائي خرچ نه هئڻ ڪري هنن جو وقت سٺو پيو گذرندو هو. پهرئين سال هنن کي هڪ پٽ ارشد ۽ ٽئين سال هڪ ڌيءَ ملوڪان ڄائي.

ارشد ننڍي هوندي کان ڏاڍو ذهين هوندو هو، ان ڪري کيس اسڪول ۾ داخل ڪرايائون. هن پنجون درجو پهريون نمبر حاصل ڪري پاس ڪيو. کيس انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. هو اتي به هوشياريءَ سان پڙهندو رهيو. هڪ ڏينهن هن هڪ واچ لڌي، جيڪا هن هيڊ ماستر کي ڏيڻ ٿي چاهي، پر ان کان اڳ جو هو اها واچ هيڊ ماستر کي رسائي، استاد کيس ڏسي ورتو ۽ کيس اهڙي مار ڏنائين، جهڙي اٽ کي پٽڻ تي ڏبي آهي؛ ان ڏينهن کان پوءِ هي اسڪول کان ائين ڀڄڻ لڳو، جيئن ڪانءُ ڪمان کان.

سندس اسڪول نه وڃڻ، گسائڻ ۽ دل لائي نه پڙهڻ ڪري کيس ڪيترائي ڀيرا ساجن به مار ڏني هئي، پر هاڻي هو اصل نه مڙيو ڇاڪاڻ ته هن سمجهيو ته "هٿ سچائيءَ جو ملهه ڀادر آهن." سندس افعال سڌارڻ لاءِ ساجن کيس هڪ ريزڪي دڪان کولي ڏنو جتي هو

زور شور ۾ ڏام ڏوم سان ڪمائڻ لڳو. ٿوري وقت ۾ سندس دوستيءَ جو حلقو وسيع ٿي ويو ايتريقدر جو هو جيڪي ڪمائيندو هو، ان ڪان ٻه ونڊيڪ ڪپائي ڇڏيندو هو. تان جو ٿوري عرصي اندر ٽيڙ ڳول ڪري ويهي رهيو.

ساجن هن کي ڏاڍو سمجهايو ۽ انڪل سال کن گذرڻ بعد هن کي وري ريلبين جي دڪان تي بهاريائين. ٿوري وقت اندر جلدهن هو سمورو ڪم سکي ويو، تڏهن ڪيس پڻس هڪ ريلبين جو دڪان ڪيي ڏنو. سندس وڇڙيل دوست، جيڪي هن کي سچو ۽ سکٽو سمجهي، ڇڏي ويا هئا، سي هڪ ڀيرو وري سندس سچا ساٿي بنجي ويا ۽ کيس اوپاريون لهواريون، هيٺيون مٿيون ڳالهيون ٻڌائي، خوش ڪري صدقي جو ٻڪرو سمجهي هرڪو ڦرڻ ۾ لڳو لڳو. ايتريقدر جو ٿوري وقت ۾ سامان تہ مٿ آف ٿي ويو، پر باقي رهيل سائيڪل، دڪان جو پکو ۽ ڪجهہ ٻيو سامان ٻہ چوري ٿي ويو.

سندس پيءَ جيڪو ڪئين ڀيرا زهر جو ڍڪ پيري خاموش ٿي ويو هو، تنهن جي صبر جو پيالو هاڻي لبريز ٿي چوليون ڪائي هيٺ هارجڻ لڳو. آخر هن کي گهر مان ڪيي ڇڏيائين. اوهتو هڪ ڏينهن قانون جي محافظن

جي جيب پرچي ساڄن جي گهر جي در تي آئي. هو مڪمل ٻريس ۾ هئا. ساڄن کي ڪجهه پڌائڻ بنان ئي "لوهه جون چوڙيون" پارائي "پناهه گاهه" ڏانهن وٺي ويس. پئي ڏينهن خبر پيئي ته ارشد هڪ دوست کان پنج هزار رپيا اڌارا ورتا هئا ۽ واپس نه ملڻ ڪري هن اها قانوني ڪارروائي ڪرائي هئي.

ساڄن سرڪاري پناهه گاهه جي عملدارن کي خرچي ڏيئي مهلت ورتي. هن پنهنجي سموري زمين وڪڻي، وياج سميت پئسا ارشد جي دوست کي ادا ڪيا ۽ جيل جي عملدارن جي کيسن گرم ڪرڻ تي خرچ ڪيائين. باقي جيڪي پئسا هن وٽ بچيا هئا، انهن کي ٻن حصن ۾ ورهائي، هڪ مان ريڊين ۽ ربڙڪي دڪان جو قرض لاٿائين ۽ باقي اڌ آئينده جي اوني لاءِ رکي ڇڏيائين.

آخر زال جي ڏوراپن ۽ جڳ جي ٽوڪن کان بچڻ لاءِ هو ارشد کي پرچائي گهر وٺي آيو ۽ سندس شاديءَ جو بندوبست ڪرڻ لڳو. اڄ ماهه جي آخري اميد پوري ٿي هئي. سندس لعل جي هٿن تي به لال لال ميندي لڳل هئي ۽ سندس هنج ۾ نوران هئي. ساڄن جيڪي پئسا بچائي رکيا هئا، انهن مان اڌ ارشد جي شاديءَ تي خرچ ڪيائين ۽ باقي اڌ پنهنجي نياڻيءَ نوڪان کي

ڏاج ۾ ڏيئي ڇڏيائين. هاڻي ساجن جي ٻي ڪا به اميد ڪانه هئي. هن پٽ کي به پرڻائي ڇڏيو ۽ ڌيءَ جو بار به لاهي ڇڏيائين.

سال کن سکونت پري زندگي گذارڻ بعد هڪ ڏينهن ارشد ساجن کي چيو ته، "بابا! سون کي ڪجهه پئسا ڏيو ته مان ڪو ڌنڌو ڪريان." "پٽ، ٻني به تنهنجي افعالن تي خرچ ڪري ڇڏيم جيڪو پئسو ڏوڪڙ هو، اهو به ته تنهنجون ئي چٽيون ڀر ڀرم. هاڻي تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ، ته پئسا ڪٿان آڻيان؟" ساجن کيس سمجهائيندي چيو.

"اها سنهنجي فرمائش آ، چاهت آ، اگر پوري نه ڪئي ويئي ته نتيجو وري به اوهان کي ئي ڀوڳڻو پوندو." ارشد ڪاوڙ مان چيو.

"مان تنهنجو پيءُ آهيان ۽ نه ڪي نوڪر. تون منهنجي آڏو ائين ٿو ڳالهائين؟ نالائق توکي شرم نه ٿو اچي. پٽ چڱڀا ۽ نياڻيا آهن ته هو وڏا ٿي، پوڙهي پيءُ ماءُ جي سارنهن نه ان لاءِ ته سندن فرمائشون پوريون ڪجن." ساجن جذبات ۾ اچي ارشد کي هڪ چماٽ هنئي. ارشد چماٽ کائي، گهر کان ٻاهر نڪري ويو الائي ڪيڏانهن!

ماجن پٽ جا سور نہ سهي هن دنيا مان موڪلائي هليو ويو. هوڏانهن نوران کي مائٽن طويل عرصي گذرڻ بعد هڪ ٻئي شخص سان شادي ڪرائي ڇڏي. هوءَ سندس اڪيلي ماءُ سفوران روزانو اٺ کي نيڪيندي، پنهنجي وڇڙيل پٽ کي ووڙڻ لاءِ شهر ڏانهن ويندي آهي ۽ هن آسري ۽ اميد تي پيئي جيئندي آهي تہ من ڪڏهن منهنجي جگر جو ٽڪرو موٽي اچي.

اهڙيءَ طرح هوءَ روز اٺ هٿ ۾ کڻي، ڀهوپڙي مان نڪري پٽ جي گولا لاءِ شهر ڏانهن ويندي-هئي ۽ واٽ سان دل ئي دل ۾ چوندي ويندي هئي تہ "پئي ڪٺي پساهہ ......."

# "منھنجا مشاھدا"

(۱)

اڄ اسڪول جي پڙھائي ڪي شروع ٿئي اڃا ٻه ڪلاڪ مس ٿيا ھئا تہ اوچتو پيرڊ پورو ٿيو. استاد ڪلاس مان نڪري ھليو ويو. مون پنھنجي پوواري دوست منظار کان پڇيو.

"ھا جو پيرڊ آھي؟" "ٻي ٽيءَ جو آھي" وراڻيائين. "سائين ٻي ٽيءَ وارو موڪل تي آھي. عارضي طور تي ھينئر سائين فضل الدين ڪي اچڻو ھو." مان اڃا اھو سوچي رھيو ھوس تہ سائين اچي ويو.

سائين فضل الدين جو تہ اسان وٽ پيرڊ ڪونہ ھوندو آھي پر ڪڏھن ڪڏھن عارضي طور ھوايندو آھي. جڏھن ھو اسان جي ڪلاس ۾ عارضي طوراايندوآھي تہ ساڻس دل کولي ڪچھري ڪندا آھيون. سندس ان عارضي پيرڊ کي اسان "ڪچھريءَ جو پيرڊ چوندا آھيون.

اڄ بہ ان ڪچھريءَ جي پيرڊ ۾ موقعي جي تاڙ وٺي مون استاد کي چيو" سائين، مون ٻڌو آھي تہ اوھان وٽ ھڪ وڏي لئبرري آھي ڇا اھو سچ آھي؟"

”ها، اهو سچ آهي پر اوهان وانگر مون وٽ ناول
ڪهاڻيون ۽ شاعري وغيره جا ڪتاب ڪونه آهن. مون
وٽ رڳو اسلامي ديني ڪتاب آهن.“

”سائين مون وٽ ڪجهه سنڌي اسلامي ڪتاب
آهن، جيڪي مان اوهان کي ڏيڻ چاهيان ٿو، ڇاڪاڻ
جو اوهان وٽ اسلامي لائبرري آهي. جي چئو ته اوهان
کي ڏيان.“

”نه“ دراصل مان اردوءَ کان سنڌي ڪتاب گهٽ
پڙهندو آهيان، ان ڪري اگر تو وٽ اردو اسلامي ڪتاب
هجن ته ڀلي ڏي. باقي جي سنڌي اٿيئي ته نه.“

منهنجو مٿو ڦرڻ لڳو ته ڇا جيڪو استاد
سنڌي آهي، اهو پنهنجي ٻوليءَ جي ڪتابن پڙهڻ کان
عاري ڪري؟ ڇا جنهن ٻوليءَ ۾ ڪيس سنڌس ساءُ لولي
ڏني آهي، ان کان ڪيس نفرت آهي؟ ....... آخر ڇو؟

(٢)

مان بنيادي طرح لچارو آهيان، ان ڪري مائٽن
مٿان ڏانهن گهٽ ويندو آهيان ۽ ڪين گهٽ سڏائيندو
آهيان. خاص ڪري عورتن کي. ڇا ڪاڻ جو مرد ته
ڪڏهن ڪڏهن وٽ ويندي به ملي ويندا آهن.

تنهن ڏهاڙي ڪي سائٽ اسان جي گهر آيا هئا.

اما ڪان پيچڻ تي خبر پئي ته اهي چاچو ۽ چاچي هئا. هنن سونهن کي تمام گهڻيون مٺيون ڪيون ته ”ڪڏهن نه ڪڏهن سان سندن گهر وڃان“ هڪ ڏينهن واندڪائي ملي وئي. سو چاچا جن جي گهر ويس. گهر ۾ هڪ چاچو، چاچي، هڪ سوٽ ۽ سوٽ هئا. انهن چئن ڄڻن جي خوشگوار ماحول ۾ ڏاڍو سڪون لڳو پيو هو. هو سون کي ملي ڏاڍا خوش ٿيا. زور ڪري سون کي هڪ ڪٽ تي ويهاريائون، جنهن جي سيراندي ڪان عمدي قسم جو وهاڻو ۽ پيراندي ڪان اعليٰ قسم جي ٽڪ جي رلهي پيئي هئي. وهاڻو ۽ رلي ٻئي نمائش ۾ رکڻ جهڙا هئا. پرسان ٽيبل تي هڪ ريڊيو پيو هو.

ريڊئي وڄائڻ لاءِ سون سندس ٻوچ ڦيرايو. پر سر .... ر .... ر .... ڪان سواءِ ڪجهه نه مليو. منهن جي سوٽ جيڪا، منهن جي ئي پرسان ڪپڙا بيگ ۾ وجهي رهي هئي، آئي ۽ منهنجي خواهش جي تڪميل لاءِ هڪ ٻوچ ڦيرائي، ڪراچي ريڊيو اسٽيشن ڏيئي وئي، اڳيئين جيان بيگ ۾ ڪپڙا وجهڻ لڳي. ريڊئي تي هڪ اردو گانو وڄڻ لڳو ”حيدرآباد ڪٿي لڳندس ادي؟“ سون ڪانئس پڇيو. ”حيدرآباد تي سنڌي گانا هوندس،، هي سنڌين کان سڻائي آهن. سنڌين ۾ وڏي چٽا

رکيو آهي؟" پاڻ ليڪچر ڏيندي چيائين.

دل کي سخت ڌڌڪو لڳو. سوچڻ لڳس ته سنڌي ڳائڻا ڪهڙا خراب آهن. سيد سليمان شاه، محمد يوسف منظور علي خان، جمن، مائي ڀاڳي، محمد ابراهيم ۽ زرينه بلوچ جهڙا ڳائڻا طالب المولي، قمر شهباز، امداد حسيني، منظور نقوي وغيره جهڙا شاعر آهن ته به سنڌي ڳائڻا خراب آهن. منجهن ڇا رکيو آهي؟ مون يڪدم ريڊئي کي بند ڪري ڇڏيو.

(٣)

منهنجي پڦي فلمن ڏسڻ جي شوقين آهي. هوءَ هر سٺي فلم تي ويندي آهي. جڏهن به هوءَ اسان جي گهر ايندي آهي، تڏهن مون کي چوندي آهي ته "جڏهن ڪا سٺي فلم لڳي ته ٻڌائجانءِ".

هوءَ پڦڙ کان چوريءَ فلم تي ويندي آهي. منجهند جي ماني ڪري، پڦڙ ڏانهن موڪلي، ٽين بجي واري شوءَ تي هلي ويندي آهي ۽ وري واپس ڇهين بجه پڻي ايندي آهي. پڦڙ ته صبح جو دڪان تي ويندو آهي ۽ رات جو ڏهين بجي ورندو آهي، ان ڪري پڦي آزاديءَ سان فلمون ڏسندي آهي ۽ ڪيس هڪ ڇڻ ٽائن جو پٽ آهي، جيڪو فلم تي گڏ وٺي ويندي آهي.

مون اڄ ڀائين سندس عرض نہ اگهايو هو. اڄ جڏهن سنڌي فلم "سنڌڙيءَ تان صدقي" لڳي، تڏهن ڀڦيءَ جي حڪم جي تعميل لاءِ سندس گهر ويس. گهر ۾ ننڍڙو الطاف گولين سان راند ڪري رهيو هو ۽ ڀڦي چانهہ ٺاهي رهي هئي. مون کيس چيو، "ڀڦي اڄ بهترين سنڌي فلم "سنڌڙي تان صدقي" لڳي آهي. هلين تہ وٺي هلانءِ؟"

"سنڌي فلمن ۾ وري رکيو ڇا آهي! اهائي ڪندا ٻڪ ٻڪ يا وري ڪندا اردوءَ تان نقل. منجهن نہ ڪلبن جون ڊانسون نہ ئي وري ڪا ڇوڪري ڊانس ئي ڄاڻي. تو اها فلم سٺي سمجهي آهي. سٺي فلم لڳي تہ ڏيکارئين ڪونہ، باقي خراب لڳي آهي تہ آيو آهين ڏيکارڻ".

سندس جملا هٿوڙا ٿيجي منهنجي مغز کي ڇچري رهيا هئا. مان اٿيس ۽ سندس چانهہ جي صلاح کي ٺڪرائي هليو آيس. سوچيم تہ سنڌي اهڙا بي غيرت نہ آهن، جو هو نيم عريان عورتن ۽ ڪلبن جي فحش ڊانسن سان فلمن کي فلمائين.

# جنت جي آسري

وکريل وکريل اٽيا وار، پگهر ۾ شل مٽي تي چنبل پوتي. چولي کي چوڏهن چتيون ۽ سٿڻ کي سورهن چتين کان سواءِ ڪيترائي سوراخ پڻ. پيرن ۾ چنبل ۽ ٽٽل چمپل، جنهن جو هڪ پادر پلاسٽڪ جو ته ٻيو ربڙ جو هن جي حالت رحم جوڳي هئي. هٿ ۾ هڪ پنو هوس اچي دڪان جي در وٽ بيٺي. سون گراهڪ سان منهن ڏيئي، جلدي جان ڇڏائي، هن ڏانهن متوجه ٿيس.

هن پنهنجي هٿ ۾ جهليل ۽ پگهر ۾ پسيل پنو مون ڏانهن وڌايو. جئن ته مان سندس حال معلوم ڪرڻ لاءِ بيتاب هوس سو مون پنو جلدي هن کان ورتو. پني تي سرسري نظر ڊوڙايم جو اردوءَ ۾ لکيل هو ۽ ان تي ڪنهن جي به صحيح ٽيل ڪانه هئي. ان جو مطلب اهو هو ته ”هيءَ عورت تمام غريب آهي. گونگي ۽ ٻوڙي هئڻ سان گڏ ڏاڍي ڏکويل پڻ: هن جا ٻه پٽ ٽي نياڻيون بيماريءَ وگهي گذاري ويئون آهن. هن جو

مڙس بيمار آهي ۽ اسپتال ۾ زير علاج آهي. اوهان کي گذارش ٿي ڪجي ته پنهنجي طاقت آهر، هن جي مدد ڪريو ته خدا اوهان کي جنت ۾ جاءِ ڏيندو"

پيش امام جامع مسجد حويليان

مان سوچن جي وهڪري ۾ وهي ويس ۽ جنت متعلق سوچڻ لڳس ته جنت ۾ باغ هوندا، ميوا هوندا، ماکي ۽ کير جون نهرون هونديون غلمان هوندا، حورون ۽ الائي ڇا ڇا هوندو. اوچتو هڪ گراهڪ جي اچڻ تي منهن جي سوچن جو تغڙ ڪاٽا ٿي ويو. مون پنو هن کي واپس موٽائي ڏنو ۽ چيومانس ته "مون کي پتو ڪونه ٿو پوي ته هن چٺيءَ ۾ ڇا لکيل آهي ۽ مان ايترو پڙهيل نه آهيان. تون مون کي ٻڌاءِ ته هن چٺي جو مقصد ڇا آهي؟ ۽ تون پنهنجي تڪليف ٻڌاءِ. ٿي سگهي ٿو ته ان ڏس ۾ تنهنجي ڪجهه نه ڪجهه مدد ڪري سگهان."

هن جو مون کي سادو ڳوٺاڻو ڏٺو ۽ سمجهيائين ته جائي به اڻ پڙهيل آهي، ان ڪري هن نه اهو لکيل سمجهيو هوندو ۽ نه وري منهن جي حال جو ڪيس پتو پيو هوندو، سو يڪدم روئڻ هارڪي اردو گڏاڙل پنهنجي مادري زبان ۾ جيڪي ڪجهه ٻڌائين، ان جو مقصد هو

تہ ”مان بيمار آهيان، غريب آهيان، پرديسڻ آهيان، پنهنجي ڳوٺ ڏانهن وبندي، منهنجو مڙس بيمار ٿي پيو آهي مون وٽ اهو پئسو نہ آهي، جو کيس کنهن اسپتال ۾ داخل ڪرائي علاج ڪرايان يا ڳوٺ تائين پهچايان. ان ڪري اوهان کي مخي ٻـرد ڏسي، اوهان ڏانهن آئي آهيان. جيڪي اوهان منهنجي مدد ڪندا. تہ هڪ طرف منهن جي مڙس جي حياتي بچي پوندي ٻئي پاسي اسان ڳوٺ پهچي ويندا سين ۽ ٽئين طـرف ڪجهہ پئسن ڏيڻ ڪري اوهان کي جنت نصيب ٿيندي.

مون يڪدم ڪجهہ پئسا هن جهوليءَ ۾ وڌا مـون اچي پهرين ٻن پاسن يعني هن جي مڙس جي مهتاجي ۽ سندن ڳوٺ پهچڻ ڪري ڪونہ ڏٺم باقي ٽئين پاسي لاءِ ڏٺم يعني جنت جي آسري.

ظفر عباسي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَــن پـاران ڪتـابن ڪــي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهندڙن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)